| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1964ع | تعداد هڪ هزار |
| ڇاپو ٻيو | سال 1983ع | تعداد ٻه هزار |
| ڇاپو ٽيون | سال 2006ع | تعداد هڪ هزار |

قيمت: سٺ رپيا
[ Price Rs. 60 -00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)**
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ٻن ڪلاسيڪل صوفي شاعرن: مراد فقير ۽ روحل فقير جي ڪلام تي مشتمل آهي. هنن ٻنهي صوفي شاعرن جو ڪلام ٽڙيل پکڙيل هو. جيڪو ڪيترن ڪشالن ڪاڻ ڪان پوءِ پروفيسر لطف الله بدوي هٿ ڪري ترتيب ڏنو. جنهن جو پهريون ڇاپو سنه 1964ع ۾ بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو. اهو ڇاپو ڪافي عرصو مارڪيٽ ۾ دستياب رهيو. سن 1983ع ۾ هن جو ٻيو ڇاپو پڌرو ڪيو ويو. اهو به خيرن سان مارڪيٽ مان ختم ٿي ويو ۽ پڙهندڙ حضرات خاص طور تي تعليمي ادارن جي اصرار کي نظر ۾ رکندي هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو نئين اهتمام سان ڇپي پڌرو ڪيو ويو آهي. اميد ٿي ڪجي، ته هيءُ ڇاپو گذريل ڇاپن وانگر پنهجي مقبوليت ماڻيندو ۽ خاص طور تي سنڌي ادب جا شاگرد هن ڪتاب مان خاص استفادو حاصل ڪندا.

ڄام شورو، سنڌ
سومر ٢٦- ذي القعد ١٤٢٧هه
بمطابق 18- ڊسمبر 2006ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست

مـَـر مـَـرڪي ملاحـن ۾، نـُـوري نـُـوراني،

جنهن جهوليءَ چنڊ جهـُلي پيو، سمو سلطاني.

- مراد

# مرتب پاران

سنڌي ادبي بورڊ طرفان مون کي ڪنڊڙي (تعلقي روهڙي) جي درويشن جي ڪلام جمع ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني ويئي هئي. ڪيتري عرصي کان تمنا هئي ته انهن جي ڪلام کي جلد مرتب ڪري پيش ڪيو وڃي، پر حالات جي ناساز گاريءَ سبب ترتيب ۾ دير پوندي رهي. ان جو وڏو سبب اهو هو ته متين بزرگن جو ڪلام هر جاءِ تي منتشر حالات ۾ دستياب ٿيندو رهيو. ان جي ترتيب ڪا آسان ڳالهه نه هئي. "بياض خادمي" فقير روحل ۽ فقير مراد جو سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام ڪنهن حد تائين ملي ويو. اهو ساڳيو ڪلام سکر جي هڪ ڪتب فروش، هريسنگهه به ڇپايو هو (فقير مراد جي سنڌي ڪلام کان سواءِ). "تذڪره" جي ترتيب وقت، فقير غلام علي "مسرور" وٽ فقير روحل ۽ فقير مراد جو گهٽيءَ حد تائين ڪلام موجود ڏٺو هوم. منهنجي دوست سانوڻمل، رٽائرڊ سپروائيزنگ ٽپيدار ڏهرڪي وٽ فقير صاحب جي مڪمل ڪلام جي موجودگيءَ جو اطلاع ٿي ٻڌم. مگر ان صاحب وٽان به ڪجهه جزوي ڪلام ئي ميسر ٿي سگهيو.

مئي 1956ع ۾، هڪ ڏينهن صبح جي وقت جيئن آءٌ فقير صاحب جي ڪلام جي ترتيب جي مشغول هوس، تيئن اوچتو هڪ غريب شخص، جنهن جي ڪپڙن ۾ ڪيئي پيوند هئا، مون وٽ آيو. سندس وار خاڪ آلود هئا ۽ منهن ۾ ڪيئي جهريون پيل هيس، جن مان سندس عمر جو اندازو آسانيءَ سان لڳي ٿي سگهيو. هن مون کان سوال ڪيو ته "اوهين ڪنڊڙيءَ جي درويشن جو ڪلام گڏ ڪري رهيا آهيو؟" منهنجي اثباتي جواب تي هن وعدو ڪيو، ته هو منهنجي خاطرخواهه مدد ڪندو. پوءِ هو هليو ويو.

سندس انتظار ڪندي مهينو گذري ويو، پر هو نه موٽيو. مون سندس وعدي کي هڪ اتفاقي حقيقت سمجهيو. هو وسري چڪو هو. جو وري جون جي آخري هفتي ۾ اچي نڪتو. سندس هٿ ۾ هڪ ڪتاب هو، جو مون کي ڏيئي ويو. مان پيٽڻ کي لڳي ويس ۽ ڪافي ڪلام هٿ آيم. پوئين دفعي جڏهن

ڪتاب کي واپس ونڻ آيو. تڏهن پنهنجو اصلي نالو لکائي، فقط "بيراڳي" ٻڌايائين. مان ان اجنبيءَ جو، جو ڏسڻ ۾ تہ واقعي "بيراڳي" هو، بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن کان روحل فقير جي هڪ ناياب سي حرفي ۽ ڪجھہ ڪافيون، ۽ مراد فقير جو عشقيہ ڪلام ۽ جھولڻو حاصل ٿيا. جيڪڏهن حياتي مستعار رهي ۽ هيءَ ترتيب شايع ٿي ويئي ۽ هو موقعي تي آيو، تہ پنهنجو پورهيو ان جي سامهون ضرور پيش ڪندس.

مون کي هن حقيقت جو بيحد افسوس آهي، تہ جي بہ مسودا مليا آهن، انهن ۾ ڪجھہ نہ ڪجھہ غلطيون ضرور موجود هيون. مراد فقير ۽ روحل فقير جي سنڌي ڪلام جو ڪجھہ حصو مسٽر بولچند "سنڌو" رسالي ۾ بہ ڏنو هو، جنهن جي گڏ ڪرڻ ۾ سندس مدد ڪئي هيم. آخر ۾ مان پنهنجي ڪرم فرما، سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جو بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن پڻ هن ڏس ۾ ڪافي مدد ڪئي اٿم.

بهرحال، سنڌ جي هنن ٻن عارفن جي ڪلام کي يڪجا ڪيو اٿم. شايد سندن ڪلام جو ڪو حصو اجا بہ مون تائين نہ پهتو هجي، جيڪڏهن اهو حاصل ٿي ويو، جنهن جي گهڻ اميد آهي، تہ پوءِ ٻئي ايڊيشن ۾ ان کي شامل ڪيو ويندو. سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جي طباعت کان پوءِ، هندي ڪلام کي ترتيب ڏني ويندي. اميد آهي تہ منهنجي هيءَ ڪاوش سنڌي زبان جي گهڻگهرن وٽ مقبوليت حاصل ڪندي.

شڪارپور 14 - آگسٽ 1961ع لطف الله بدوي

# مقدمو

سنڌ جي شاعرن مان جن تي حيات جاويد جو نوراني تاج جڳ مڳ ڪري رهيو آهي، ڪنڊڙيءَ (تعلقي روهڙي) جي درويش شاعرن جا نالا خصوصيت سان ونڻ جي لائق آهن. هنن عظيم شاعرن جي گروهہ جو سرچشمو ۽ مقتدا، صوفي فقير "روحل" آهي، جنهن جي پُر ڪيف ميخاني جو فيض نسلاً بعد نسل جاري رهندو آيو— پيءُ پٽ جو، ڀاءُ ڀاءُ جو، چاچو ڀائٽي جو، سلسليوار خضر بڻيو رهيو. اهڙيءَ ريت هيءُ خاندان قريب قريب ٻن صدين کان سنڌي شاعريءَ جي شمع کي روشن رکندو آيو. سنڌ وارن تي هي سندن فراموش نہ ٿيڻ جهڙو احسان هميشہ ڳائبو، ۽ ساراهبو رهندو.

روحل فقير ذات جو زنگيجو هو، جيئن پنهنجي ڪلام ۾ هڪ هنڌ ان جو ذڪر ٿو ڪري:

لــــوڪ آکـــــي هــــي "روحــــــل" ٻولينـــــدا،
ڪوئـــــي آکـــــي هـــــے ذات زنگيجـــــا،
نهيــــن روحـــــل، نهيـــــن ذات زنگيجـــــا،
اي ڪــــــو ســـــــر الاهــــــي هـــــــے.

فقير صاحب جي والد جو اسم گرامي شاهو فقير هو، جيئن پنهنجيءَ تصنيف "آگم وارتا" ۾ ان جو ذڪر ڪري ٿو:

سيلے سنگي، ست ساتي، پــر گهــٽ آئــے،
پورنمــاس چڪـورا آيـا، گهـر شاهوڪے پائــے.

(حيا ۽ سچ جو ساٿي ظهور ۾ آيو، چوڏهينءَ جي چانڊوڪيءَ ۾ چڪور آيو، ۽ شاهو جي گهر ۾ پيدا ٿيو.)

ٻئي هنڌ ساڳيءَ تصنيف ۾ چوي ٿو:

بــاپ ميــرا شــاهو نــاهين، اُس گهــر نهيــن مــات،
جنني هــم جايــا نهيــن، ڪـال ورن هــم نهيــن جــات.

(منهنجو پيءُ شاهو نه آهي، نه وري ان گهر ۾ منهنجي ڪا ماءُ ٿي آهي: مان ڪنهن مان به نه ڄائو آهيان، ۽ نه وري موت جي هٿن ۾ وڃڻ وارو آهيان.)

بهرحال، جيئن فقير صاحب لکي ٿو، سندس والد بزرگوار جو نالو فقير شاهو هو.

فقير صاحب جو اصل وطن ٿر هو. هو عمرڪوٽ جي پرسان ڪنهن پـٽَ جو رهندڙ هو. ريگستان جي زمين تي ڄائو، گولاڙن ۽ گگرين ۾ پلجي وڏو ٿيو. افسوس جو مون کي سندس ولادت جي پڪي تاريخ دستياب ٿي نه سگهي آهي، مگر تاريخي واقعات جي ملائڻ سان تخمينو لڳائي سگهجي ٿو. فقير صاحب پنهنجي تصنيف "آگم وارتا" جوڌپور جي والي، راجا بجيه سنگ، لاءِ تصنيف ڪئي هئي. هيءَ تصنيف سوال ۽ جواب جي صورت ۾ آهي. راجا جي درباري پنڊت، ايسرسنگ، راجا جي سامهون فقير صاحب کان سوال ڪيا ٿي، جن جا جواب فقير صاحب ڏيندو ٿي رهيو.

هن تصنيف جو جامع لکي ٿو: "سنمپاد روحل صاحب اور شري راجا بجيه سنگ جي." (روحل صاحب ۽ راجا بجيه سنگ جي سامهون.) ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ته فقير صاحب بجيه سنگ جو همعصر هو. راجا بجيه سنگ، ميان نور محمد ڪلهوڙي [1]، ميان غلام شاهه، ميان سرفراز ۽ ميان عبدالنبيءَ جو همعصر هو. سنڌ جي هنن تاجدارن مان، ميان غلام شاهه ٿي سنڌ تي طويل عرصو حڪومت ڪئي. ميان سرفراز ۽ ميان عبدالنبيءَ جي حڪومت جو دور گهڻي جو چٽڪو هو. راجا بجيه سنگ جي ابتدائي دور ۾ ميان نورمحمد فوت ٿي ويو. سنڌ جي تاريخ مان جيئن معلوم ٿئي ٿو، هن ئي راجا، مير بجار جي شهادت لاءِ پنهنجا ماڻهو سنبرائي موڪليا هئا. هالاڻيءَ جي جنگ (1783ع) وقت، جا مير فتح علي ۽ ميان عبدالنبيءَ جي وچ ۾ لڳي هئي، بجيه سنگ جوڌپور جو حاڪم هو. ڪيس ئي سنڌ جي ناڪام حاڪم ميان عبدالنبيءَ، عمرڪوٽ جو قلعو ۽ ان جي پر وارو ملڪ ڏيئي ڇڏيو هو. هن سڄي تفصيل ڏيڻ منجهان مراد آهي ته معلوم ٿئي ته فقير روحل ڪهڙي وقت، راجا بجيه سنگ سان ملاقات ڪئي هئي. جيئن هيٺ هلي تفصيل مان معلوم ٿيندو ته

[1] جيمس ٽاڊ: "اينالس اينڊ اينٽيڪئٽيز آف راجستان"، ص 253

فقير صاحب ميان سرفراز جي حڪومت جي دور ۾ ترڪ دنيا ڪري، سير ۽ سفر تي نڪري پيو هو. ان وقت ۾ هو ڪافي عمر جو ٿي چڪو هو. قياساً جيڪڏهن ان وقت سندس عمر 40 ورهيه شمار ڪئي وڃي، ته سندس ولادت جو سال 1733ع يا 1734ع[1] ٿي سگهي ٿو. هن بحث ۾ قياس کان ئي ڪم ورتو ويو آهي. ممڪن آهي ته هن اندازي ۾ ٿورو تفاوت هجي، پر ان کي ڪا ايڏي اهميت نه آهي. والله اعلم بالصواب.

شاهو فقير کي ٽي پٽ هئا. وڏي جو نالو سلطان، ۽ ننڍي پٽ جو نالو ميوو هو. روحل فقير وچون هو. روحل فقير جو ننڍپڻ ڪيئن گذريو ۽ هن ڪهڙي تعليم حاصل ڪئي، سي حالات تاريڪيءَ ۾ آهن. پر ان ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته سندس تعليم سٺي نموني ۾ ٿي. سندس ڪلام جي پختگيءَ ۽ رواني‌ءَ کي ڏسي، يقين سان چئي سگهجي ٿو، ته ڪيس سنڌيءَ سان گڏ، فارسيءَ ۽ عربيءَ جي به چڱي لياقت هئي. جيئن ته ٿر جي حصي جو رخ جوڌپور ۽ جيسلمير رياستن ڏي آهي، جتي هنديءَ جو زياده رواج هو، فقير صاحب هنديءَ کي به حاصل ڪري ورتو هو. هنديءَ تي ڪيس ڪافي عبور حاصل هو، جيئن اسان کي سندس هندي تصنيفات مان نظر اچي ٿو.

تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن فقير صاحب جوانيءَ جي سن کي پهتو، تڏهن اُن وقت ڪلهوڙن جي دربار ۾ سندس رسائي ٿي. جيئن سندس خانداني روايتن مان معلوم ٿئي ٿو، هو راڄو ليکيءَ جو ماسات هو، جو نورمحمد ڪلهوڙي جي دور ۾، سرڪاري ملازمت ۾ گهڙيو هو ۽ ميان غلام شاهه جي حڪومت جي دور ۾، ترقي ڪري، وزير جي عهدي تي وڃي پهتو هو. غلام شاهه جي حڪومت جي دور ۾ ٻن شخصيتن وڏي حيثيت حاصل ڪئي هئي ـ هڪ مير بهرام، ۽ ٻيو راڄو ليکي. ليکي وڏو دوانديش شخص هو. حڪومت ۾ پنهنجي اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ، هن پنهنجي عزيزن ۽ قريبن مان گهڻن کي سرڪاري ملازمت ۾ آندو. جيئن زباني روايتون آهن، راڄو ليکيءَ جي مدد سان، روحل فقير به سرڪاري ملازمت ۾ داخل ٿيو.

ميان غلام شاهه، فقير صاحب جي خصلتن کان پوريءَ ريت واقف هو ـــ سانتيڪو مزاج، نهٺي طبيعت، هوَس ۽ حرص کان دور. ميان صاحب سندس

---

[1] ميان سرفراز خان سن 1773ع ۾ تخت تي ويٺو.

سر پرست بڻجي پيو. هوريان هوريان، ترقي ڪري، روحل فقير توشاخاني جو ناظر مقرر ٿيو. هيءُ عهدو ڪا ٿوري شيءِ نہ هئي، مگر هو ان رتبي تي پهچڻ ڪان پوءِ بہ اڳي وانگر نهٺو ۽ سادگيءَ جي صورت بڻيو رهيو. ان زماني ۾ بہ هو "دست بہ ڪار ۽ دل بہ يار" جو نمونو ٿي رهيو.

فيضان الاهي جڏهن ڪنهن دل کي پنهنجي لاءِ انتخاب ڪندو آهي، تہ ان ۾ انساني شرف جون سڀيئي سعادتون اڳ ۾ ئي موجود ٿي وينديون آهن روحل فقير جي بہ پاڪيزه دل اهڙيءَ ريت انوارِ الاهيءَ جي جلوي لاءِ پئي تيار ٿي. اوچتو ئي اوچتو سن 1722ع ڌاري، سنڌ جو ڪريم النفس حاڪم ميان غلام شاهہ گذاري ويو ۽ سندس فرزند ميان سرفراز حڪومت جون واڳون ورتيون. جواني ۽ الهڙ پڻ، سياست کان ناواقفي— اِهي اهڙيون شيون هيون، جي نوجوان تاجدار کي بي احتياطيءَ جي طرف وٺي ويون. هو راڄو ليکيءَ جي هٿن ۾ ڪيڏي رهيو هو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هو پنهنجي قديم خانداني محسن، مير بهرام کان ڪشيده ٿي ويو. فقير صاحب اگرچ راڄو ليکيءَ جو طرفدار هو ۽ سندس ئي ماڻهو ٿي سمجهيو ويو، مگر حق ۽ صداقت کيس متاثر ڪيو. مير بهرام جي خلاف منصوبن کي ڏسي هو لرزي اٿيو. سندس دل تہ هن ست رنگيءَ دنيا کان اڳ ئي بيزار هئي. خالي نالي ۽ نمود کان هو گهٽو پري هو. پر هاڻي سندس علمي مطالعو بہ وسيع ٿي ويو. هن ڄاتو ٿي تہ هنن منصوبن جو نتيجو ڇا نڪرندو. هن دنيا جي شان شوڪت، مال ۽ دولت جي بي جتاءَ ڪکر جي ڇانوَ کي قريب ٿي ڏٺو. هٿ ۾ استعيفا جو ڪاغذ ڪٽي، ميان سرفراز جي دربار ۾ پهتو. ميان جي طبيعت ۾ تہ هوَ تبديلي ۽ اصلاح آڻي نٿي سگهيو، ان ڪري سندس ترڪ ملازمت جو پختو عزم هو. هو هڪ قديمي ملازم هو، جو پنهنجي تجربيڪاريءَ ۽ ديانتداريءَ کان مشهور هو، تنهنڪري ميان سرفراز سندس استعيفا کي منظور ڪرڻ ۾ تامل کان ڪم ورتو ۽ پاڻ وٽ رهڻ لاءِ مٿس زور ڪيائين. مگر فقير صاحب جو فيصلو اٽل هو. ميان صاحب آخر رنج ۽ مجبور ٿي، کيس پاڻ کان ڌار ڪيو.

ڪيڏي نہ خوش نصيب زندگي آهي انهن آزاد انسانن جي، جي دنيا جي باطل هوَس کان بچي، ان جي ڦندن ۽ ڦيرن مان نڪري، انسانيت جي صحيح

شاهراهه تي قدم رکن ٿا، ۽ پوءِ "لاخوف عليهم ولا يحزنون" جي مرتبي تي پهچن ٿا. فقير صاحب دنيا کان بيزاريءَ جو منظر هيئن ٿو ڏيکاري:

دنيا ڍونڍ تي طالب کتي بينا مل عمر تاڻي،
هڏي آتون هوڏ تنهان دي وڙهندے عمر و هاڻي،
انڌيان عشق الله دا ڇوڙيا، پئے ول وڙن پاڻي،
"روحل" راهه ربانيءَ ٻاجهون ٻي سڀ ڪوڙ کهاڻي.

خواجه حافظ پنهنجي غير فاني ڪلام ۾ متينءَ حقيقت جو نقش هيئن ٿو ڪڍي:

غلام همتِ آنم ڪ زيرِ چرخِ ڪبود،
ز هرچه رنگَ تعلق پزِ برد آزاد است.

(مان اُن شخص جي مردانه صحت جو بندو آهيان، جو هن آسمان جي هيٺان رهي، هرهڪ اهڙيءَ ڳالهه کان، جنهن کان ڪنهن لڳ لاڳاپي جو رنگ دل تي چڙهي ٿو، آزاد آهيَ.)

هيءُ ڪو آسان ڪم نه آهي. ڪنهن جي دل چاهيندي ته هو دنيا جي شان ۽ شوڪت کان علحده ٿي، دولت جي راحت ۽ دنيائي عيش جي اسباب کي پٺ ڏئي! اهوئي سبب آهي، جو انساني حيات جي مفڪرن، نفس جي جهاد کي جهاد اڪبر سڏيو آهي.

فقير صاحب هن جهاد اڪبر ۾ سوڀ لهي، سڀ کي ترڪ ڏيئي صراط المستقيم جي طرف قدم وڌايو. هو پنهنجي وطن مالوف ٿر ۾ پهتو ۽ عمرڪوٽ جي پرسان پدمات جي پٽ تي وڃي گوشي نشين ٿيو.

زباني روايتن مان هڪ روايت سندس ترڪ ملازمت جي لاءِ هيءَ به ٻڌي وڃي ٿي، ته هڪ ڀيري جو ذڪر آهي ته ڪي عربستان جا سوداگر ميان غلام شاهه جي دربار ۾ آيا. هنن ڪيتروئي اسباب ميان کي ڏيکاريو. ميان انهن مان ڪيتروئي پسند ڪري، خريد ڪيو. جڏهن خريد جو معاملو گذري چڪو، تڏهن سوداگرن ميان کي هڪ ڪپڙي جي جوڙي سوکڙيءَ طور ڏني، جنهن تي سارو قرآن شريف، وڏيءَ ڪاريگريءَ سان اُڻيو ويو هو. ميان اها جوڙي ادب سان ورتي، روحل فقير کي هيئن چئي سنڀاري لاءِ ڏني، ته "هن کي توشاخاني ۾ حفاظت سان رکج، جڏهن مان مران ته مون کي انهيءَ چادر ۾ ڪفنائجو وڃي."

”جڏهن ميان غلام شاه وفات ڪئي ۽ سندس وڏو پٽ سرفراز خان سنڌ جو والي ٿيو، تڏهن روحل فقير متين جوڙي ميان سرفراز خان کي آڏي ڏني ۽ کيس سندس والد جي وصيت ٻڌايائين. ميان سرفراز هيءَ ڳالهه ٻڌي- اٿبڌي ڪري ڇڏي، ۽ اها جوڙي روحل فقير کي موٽائي ڏنائين تہ ”وجي توشاخاني ۾ رک، چاڪاڻ تہ مان ان جوڙيءَ مان پنهنجو ڪفن ڪندس.“ هن واقعي روحل جي دل کي وڏي چوٽ رسائي، ۽ هن توشاخاني جون ڪنجيون ميان سرفراز کي سنڀاري ڏنيون.“

جيتريقدر هن حقيقت جو تعلق آهي، مون کي هن جي قبول ڪرڻ ۾ تامل آهي. هن روايت جي اندر ڪا بہ صداقت نظر نٿي اچي. ميان سرفراز جي سياسي ناعاقبت انديشي پنهنجيءَ جاءِ تي آهي، پر هي سندس اخلاق ۽ وضع تي وڏو حملو آهي، جنهن کي بهتان چئجي، تہ بہ بجا آهي. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ مورخ سندس اخلاق تي ڪو رڪيق يا ناپسند حملو نہ ڪيو آهي. هو هڪ صالح نوجوان هو، اُن وقت جي بزرگن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ حضرت فقير الله صاحب علويءَ سان سندس بيحد تعلقات هئا. حضرت فقير الله جي مڪتوبات ۾ ميان سرفراز جا لکيل خط موجود آهن، جن مان سندس غير معمولي خصوصيتن جو اظهار ٿئي ٿو. هو پاڻ بہ وڏو عالم ۽ شاعر هو. اهڙو ماڻهو اهڙي ناشائستہ حرڪت ڪري، ڪڏهن بہ اعتبار ۾ اچي نٿو سگهي. هڪ بادشاه وٽ اهڙيون جوڙيون ميسر ٿي پئي سگهيون. نادر الوجود شيءِ ئي چو نہ هجي، پر جڏهن هڪ ڪاريگر ان کي تيار ڪري پئي سگهيو، تہ ان ايجاد کي وري وجود ۾ آڻڻ لاءِ ڪا بہ بي شيءِ مانع ٿي نٿي سگهي. جا شيءِ دستياب ٿي سگهي ٿي، ان ۾ پٽ، پيءُ لاءِ بخل ڪري، پٽ بہ اهو جو صالح ۽ عالم، پيءُ اهو جو لائق بادشاه ۽ عالم، ڪڏهن بہ اعتبار ۾ اچي نٿو سگهي.

جيئن مختلف روايتون موجود آهن، پدمات جي پٽ تي توري وقت جي گوشي نشينيءَ کان پوءِ فقير صاحب جهوڪ ميرانپور روانو ٿي ويو ۽ اتي شاه عنايت الله صوفي شهيد جي مزار تي معتڪف ٿي رهيو. اعتڪاف کان پوءِ، اتان جي سجاده نشين شاه عزت الله جي معتقدين ۾ شامل ٿي ويو. شاه عزت الله شاه شهيد جو فرزند ارجمند، ان وقت جي بزرگن ۾ بلند درجو رکندڙ هو، جيئن علي شير ”قانع“ لکي ٿو[1]:

> ”جو ڪجهہ سندس زبان مان نڪري ٿو، اهو تقدير سان موافقت رکي ٿو. سواليءَ جي سوال کان اڳ ۾ ئي، سندس ڪرامت

[1] ”تحفة الڪرام“، ج 3، ص 170

پريءَ زبان تي ڳالهيون اچي ٿيون وڃن. منهنجو ناقص قلم، هن خاندان جي بزرگيءَ جون ڪهڙيون ڳالهيون لکي."

جهوڪ ميرانپور مان پنهنجي تشنگي مٽائي، هو پنهنجي وطن موٽيو. ان زماني جي ڳالهه آهي ته ڪن منصوبي بازن، ميان سرفراز جا ڪن وڃي پريا ته روحل فقير توشاخاني جو سمورو سامان سنياري نه ڏيئي ويو آهي. هن بي بنياد تهمت ڪي سندس مخالفن اهڙي رنگ ۾ ميان صاحب کي ٻڌايو، جو هن حڪم ڏنو، ته سپاهين کي موڪليو وڃي ته هو فقير صاحب کي گرفتار ڪري اچن. شاهي حڪم موجب سپاهي پدمات جي پٽ تي وڃي پهتا، جتي روحل فقير جو هاٿي آستانو هو. فقير صاحب کي گرفتاريءَ جي حڪم کان آگاهه ڪيائون، جنهن تسليم لاءِ ڪنڌ جهڪائي جواب ڏنو ته "بابا سياٽي هلنداسون." مگر اتفاق اهڙو ٿيو جو ٻئي ڏينهن صبح جو هيءَ خبر اڏرندي پهتي ته مير بهرام جي شهادت کان پوءِ ميان سرفراز تخت تان دست بردار ٿي چڪو آهي. سرڪاري ماڻهن کي جڏهن هيءَ خبر پيئي، ته هو فقير صاحب کي پنهنجي حال تي ڇڏي، پوئتي موٽيا.

فقير صاحب جي مرشد بابت هڪ روايت مطابق چيو وڃي ٿو، ته فقير صاحب پنهنجي مرشد جي نالي کي ئي مخفي رکي ڇڏيو هو، جنهنڪري سندس نالو اڄ تائين ڪنهن کي به معلوم ٿي نه سگهيو آهي. جيستائين مسلمان صوفين جي مشرب جو واسطو آهي، سڀيئي تذڪرا هن حقيقت سان معمور آهن ته هر صوفي پنهنجي رهبر ۽ رهنما جي نسبت جو خصوصيت سان ذڪر ڪيو آهي، جنهن ڪي خير ۽ برڪت ڇاتو ٿي ويو. روحل فقير هڪ مسلمان صوفي هو، ان ڪري اهڙي لا علمي حقيقت تي اعتبار ئي نٿو ڪري سگهجي.

هن ئي سلسلي جي ٻي روايت آهي ته هو هڪ هندو فقير ڏونگرسي مهراج جو فيض يافته هو، جو ٿرپارڪر جي طرف چڱو ساڌ سنگت وارو ساڌو ٿي گذريو آهي. عين ممڪن آهي، ته فقير صاحب ساڻس صحبت ڪئي هجي. اڪثر مسلمان صوفين، هندو ساڌن سان صحبت ڪئي آهي ۽ هندو ساڌن مسلمان درويشن سان روح اٽڪايو آهي. ڏونگرسي هندي زبان جو ڪوي ٿي

گذريو آهي، تي سگهي ٿو تہ فقير صاحب سندس ڪِوتا مان استفاده ڪيو هجي. ڏونگرسي مهراج جو هڪ شبد مثال طور ڏيان ٿو:

پچن ويچارو موري پائيو — من موهيلا
پنورا من پرمائيو — من موهيلا
پهلي ڪمائي جانري پرکيو — پيڇهي ڪيسا پڇتائيو
مول گنوايو اُنهان مولان — جنم چوراسي منهن جائيو
من موهيلا
چرنين منهن لگائيو
من اپنا هاٿ رک لو — جسم ڪُبڌ نہ لي جائيو
"ڏونگر" پوري بوليا — من موهيلا

روحل فقير پنهنجي حياتيءَ جو وڏو حصو سير ۽ سياحت ۾ گذاريو. جوڌپور ۽ بيڪانير جي حصن جو هن خوب سير ڪيو. جنهن جاءِ تي پهتو ٿي، اتي سندس روحاني فيض ڪان سوين ماڻهو پئي سيراب ٿيا. پنهنجي مريدن کي اڪثر جوڳ جي پاڪر ڏيندو هو. اُن ڪري جوڳي فقير سندس ارادتمندن ۾ داخل آهن. هن سير ۽ سفر جي سلسلي ۾، سندس ملاقات جوڌپور جي راجا بجيہ سنگ سان بہ ٿي، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم. فقير صاحب ڪجهہ وقت جوڌپور ۾ رهي، راجا کي صوفيانہ مسلڪ کان واقف ڪرڻ لاءِ، پنهنجي تصنيف "آگم وارتا" رچي، جنهن جي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو هندو ڌرم ۽ ويدانت جي هر نڪتي کي پوريءَ ريت ڄاڻندو هو. سندس هن روحاني ڪمال کي ڏسي، راجا سندس معتقدن ۾ شامل ٿي ويو. هن مٿس زور پريو تہ اتي ئي رهي پوي، مگر هن مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ اجا پسند نتي ڪئي.

هاڻي سندس زندگيءَ جي شام اچي ٿي هئي. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو ٿي چڪو هو. مير فتح علي خان سن 1783ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ فتح ڪري، سنڌ جو حاڪم بڻيو. ٻئي سال ميرن ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. خيرپور وارو حصو مير سهراب خان کي مليو. مير سهراب خان کي خبر هئي تہ فقير صاحب ڪهڙيءَ ريت مير بهرام جو پاسو ڪٽي، حق ۽ صداقت جي سر پرستيءَ ۾ پنهنجي ملازمت کي ترڪ ڪيو هو. ان کان سواءِ هو هاڻي سندس روحاني عظمت جو بہ قائل ٿي چڪو هو. هن ڪيس لکي موڪليو تہ

سندس ملڪ ۾ جتي بہ هو پنهنجي رهائش لاءِ جاءِ انتخاب ڪري، اها ڪيس جاگير طور ڏني ويندي. مير سهراب خان جي هن محبت ڀريءَ دعوت جو فقير صاحب تي وڏو اثر پيو. جاگير جي وٺڻ کان تہ فقير صاحب انڪار ڪيو، پر سندس ملڪ ۾ رهڻ قبول ڪيائين. سندس ساٿي، فقير مراد، ميرن جي لاءِ هيئن دعا ڪئي:

بـاري پرررڊگـار، ڪيـا وڻ ڪـامل ڪڪـاڙين جـا،
تـاريون تـالپرن جـون، تـيـــَـــڙيون بـاغ بهـار،
سـي مرڪـن شـال "مـراد" چئـي، سـنڌ صـوبـي سـردار،
جن ڏنـو ڏيهـہ ڏاتـار، مـر ڪـائن خـان خوشـيءَ سـان.

مير صاحب جي هن دعوت ڪي قبول ڪندي، فقير صاحب خود بہ چاهيو ٿي تہ هاڻي ڪٿي گوشي نشين ٿي، باقي حياتي ياد اِلاهيءَ ۾ گذاري. چنانچہ هو هنگامي دنيا کان ڪناره ڪش ٿي، پنهنجي سڄي اهل ۽ اطفال سميت ڪوٽ ڏيجيءَ جي پرسان ڪوٽلي جي نديءَ بستي ۾ وڃي رهيو.

ڪوٽلي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان پوءِ، سندس معتقد ان بستيءَ ۾ ايندا ويندا ٿي رهيا. اُتان جي زميندار کي هيءَ ڳالهہ پسند نہ آئي. دولت ۽ فقير جو تصادم ٿي پيو. فقير جو صلح ڪُل ٿئي ٿو، سو هن وير ۽ وروڌ کي ڪٿي ٿو برداشت ڪري سگهي. روحل فقير نقل مڪاني ضروري سمجهي. مير سهراب سندس بيحد دلجوئي ڪئي، مگر فقير صاحب جو فيصلو اٽل هو. هو پنهنجي سڄي اهل ۽ عيال کي وٺي، خدا تي توڪل ڪري، بنا ڪنهن مقام ۽ منزل جي اڳتي وڌيو. چون ٿا تہ جڏهن هو موجوده ڪنڊڙيءَ وٽ آيو، جو ان وقت جهنگ ۽ غير آباد پَـٽُ هو، تڏهن سندس چادر جو پلوءُ هڪ ننڍڙيءَ ڪنڊيءَ جي وڻ ۾ اٽڪي پيو. فقير صاحب هن معمولي روڪ کي، خدائي امر سمجهي، پنهنجي لڏي لاهڻ جو حڪم ڏنو. جلدئي جهنگ کي صاف ڪري، ساديون جهوپڙيون اڏي، هڪ ننڍڙيءَ بستيءَ کي آباد ڪيو ويو، جنهن جو نالو "ڪنڊڙي" رکيو ويو، جو نالو فقير صاحب جي رهائش جي واقعي کي ياد ڏياريندو رهي ٿو. درياءَ جي پر تي هي آجو گذران، فقير صاحب جي دلي راحت جو سبب بڻيو. روحل فقير هن ننڍڙيءَ بستيءَ جو وڏيءَ حب ۽ پيار سان ذڪر ڪيو آهي:

کنبڙيءَ ۾ ڪلتار ڏنوسي — رانجهو رمزن وارو يار
في أنفسکُم اَفَلاَ تُبصرُون — مخفي هي اسرار
رمز رندن جي ڪوکو پرکي — برهه جو باري بار
وحدت واري واٽ ونج تون — وتي نه آٽج وار
"روحل" رهجان رمز انهيءَ ۾ — بي سڀ ڪُوڙي ڪار.

ڪانئن جون جهوپڙيون ۽ ککن جون ڇنون، هاڻي حق جي طالبن جون زيارتگاهه بڻجي پيون. ملڪ جي هر حصي کان ارادتمند فقير، پنهنجي روحاني تشنگيءَ کي مٽائڻ لاءِ اچي تي گڏ ٿيا. صبح ۽ شام وحدت جو وڻجار ٿي هليو ۽ معرفت جي هٽيءَ جو هوکو ٿي هڏو. بنا ڪنهن مت ۽ ڀيد جي هندو ۽ مسلمان هڪ هنڌ پئي جمع ٿيا. هڪ طالب ذرمون مل "انور" پنهنجي ستگر جي ساراهه هيئن ٿو ڪري:

کنبڙي ڪنبڙي ناهه، تحقيق آهي ڪاسي
روحل رام وسي اُتاهين، جنهن لائي سماڌ ابناسي
اُهي وڃي ٿيا واسي، "انور" اَمرَ پد نرباڻ ۾.

مسلمان ارادتمند فقير در محمد پنهنجي مرشد جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

کنبڙيءَ جا پير پرورَ — سير وهي تنهنجي سڀ کان سر
اچن سوالي وڃن نه خالي — روحل تنهنجي در
ڏجانءِ ڏاڻ خوشيءَ مان — وهلو وير تون ور
"در محمد" مسڪين چئي — نظر نماڻي تي ڌر.

جيئن ته دنيا فاني سراءِ آهي ۽ هن مسافرخاني ۾ جو آباد ٿيو، ان کي هتان هڪ ڏينهن ڪُوچ ڪرڻو آهي. فقير صاحب جي عمر جو ماڻ به پرجي آيو. معمولي بيماريءَ کان پوءِ، سنڌ جو هي آزاد صوفي، پنهنجي خالق جي حضور ۾ وڃي حاضر ٿيو. راويت آهي ته هن سن 1804ع ڌاري، هن دنيا کان موڪلايو.

روحل فقير به شاديون ڪيون. سندس پوئين گهر واري مراد فقير جي نياڻي هئي. پهرئين گهر مان ڪيس به پُٽ ٿيا، هڪ شاهو فقير ۽ ٻيو غلام علي فقير. پوئين گهر مان ڪيس به فرزند ٿيا، دريا خان فقير ۽ خدا بخش فقير.

روحل فقير پنهنجي دوُر جو هڪ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات ۾ چار هندي رسالا، من پر بوڌ، اديت گرنٿ، سرب گيان ۽ آگم وارتا مشهور آهن. انهن کان سواءِ ٿورا ٻچن پڻ ڇپيا اٿس.

فقير صاحب جو ڪلام سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ بہ موجود آهي، جو ٿورو آهي، پر نهايت مدلل. زبان سادي پر فصيح آهي. هو ان دور ۾ ٿي رهيو، جنهن کي سنڌي ادب ۾ متقدمين جو دور ٿو چئجي. سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف جي دور سان سندس قريبي تعلق آهي.[1] ان دور جي ساده بياني ۽ شگفتگي ضرب المثل آهي. اهوئي سبب آهي، جو فقير صاحب جي ڪلام ۾ بہ پنهنجي همعصر بزرگن واري سادگي موجود آهي. سندس ڪلام ۾ تصوف جي باريڪ نگاهي موجود آهي ۽ اهو ٻاهرئين رنگ ڪرنگ کان آزاد ۽ پاڪ آهي. هو رهبر اعظم جي مبارڪ قول "الاهُم اَعُوذ بِڪَ مِن عِلم لا يَنفَعُ"، (خدايا مان توکان ان علم کان پناهہ گهران ٿو، جنهن کان ڪو نفعو نہ پهچي) جو پورو پورو تابع نظر ٿو اچي— جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

کهٽي تان هرڪو کهي، پر رهٽي اوکي بات،
پڌري ٿيندي ذات، رهٽيءَ مان "روحل" چوي.

جيئن مٿي لکيو اٿم، فقير صاحب جي ڪلام ۾، اڪثريت ان فڪر ۽ اجتهاد جي آهي، جنهن ۾ هن صوفيءَ جي مسلڪ کي نمايان طور پيش ڪيو آهي. هن توحيد جي اهم مسئلي کي وڏي اهميت ڏني آهي، جو سندس ڪلام جو جوهر چئجي تہ بہ روا آهي. توحيد جي معنيٰ آهي "هيڪڙائي"، يعني، خلقڻهار جي هيڪڙائيءَ جي قبوليت. صوفي جيئن تہ پنهنجي ذات جو تعلق فقط، خداوند تعاليٰ سان ڳنڍيل رکي ٿو، ان ڪري هو توحيد جو دنيا ۾ وڏو علمبردار آهي. امام غزالي رحمتہ الله عليہ، پنهنجي تصنيف "المنقذ من الضلال" ۾ "القول في طريقة الصوفيہ" جي عنوان هيٺ فرمائي ٿو:

"جڏهن مان علوم کان فارغ ٿي، صوفيہ جي طريقي جي طرف متوجهہ ٿيس، تڏهن مون کي معلوم ٿيو، تہ سندن طريقو علم ۽ عمل سان تڪميل تي پهچي ٿو. سندن علم جو نتيجو نفس جي متابعت کي قطع ڪرڻ، بُرن اخلاقن ۽ خبيث صفتن کان پاڪ ٿيڻ آهي، تان جو ان جي ذريعي، قلب کي غير الله کان صاف ڪيو وڃي ۽ ان کي ذڪر اِلاهيءَ کان معمور ڪيو وڃي."

---

[1] شاهہ ڀٽائيءَ جي تتبع ۾ فرمايو اٿس:
"بيت نہ ڀانئجو ماڻهئا، هي وحدت جو واپار."

فارسي زبان جو مشهور صوفي شاعر، مولانا نورالدين جامي، پنهنجي تصنيف "لوائح" ۾ هن نڪتي کي سادگيءَ سان هيئن ٿو پيش ڪري:

اے دل طلب ڪمال در مدرسہ چند    تڪيمل اصول و حڪمت و هندسہ چند
هر فڪر کہ جز ذڪر خدا وسوسہ هست    شرمے زخدا بدار اين وسوسہ چند

( اي دل مدرسي ۾ ويهي، ڪماليت جي ڳولا ڪرڻ ڪيستائين؟ اصول، فلسفي ۽ حسابن جي هيءَ تڪميل ڪيستائين؟ اهو فڪر جو خدا جي ذڪر کان سواءِ هجي، سچو وسوسو آهي. خدا کان ڊڄ هي وسوسو ڪيستائين؟ )

حضرت جنيد بغدادي، جنهن کي صوفي پنهنجو سردار ڪري مڃين ٿا، فرمائي ٿو تہ: "صوفي پاڻ کان فاني ٿي وڃي ٿو، ۽ خدا سان باقي رهي ٿو." رومي فرمائي ٿو:

زندگي مقصود بهر بندگي ست    زندگي بے بندگي شرمندگي ست
جز خضوع و بندگي و اضطرار    اندرين حضرت ندارد اعتبار
هرڪہ اندر عشق يابد زندگي    ڪفر باشد پيش اُو جز بندگي.

(زندگيءَ جو مقصد فقط خدا جي بندگي آهي. بندگيءَ کان سواءِ زندگي شرمندگي آهي. نياز، بندگي ۽ دلي بيتابيءَ کان سواءِ، ٻيءَ ڪنهن بہ شيءِ کي، ان جي حضور ۾ دخل نہ آهي. جو خدا جي محبت جي اندر زندگي لهي ٿو، ان وٽ سندس بندگيءَ کان سواءِ ٻيو سڀ ڪفر آهي.)

روحل فقير بہ ان قول صادق جي هيئن شهادت ٿو ڏئي:

چشما آب حياتي دا، دل اندر حوض حضوري،
سِر دي سودي پيندي عاشق، پريت جنهان دي پوري،
سي جينديان مُوتوا ٿي ڪر ٻيني، پايا سُک صبوري،
"روحل" رنگ هڪ دي رتي، سي نُور، ملي وچ نُوري.

فقير صاحب جنهن ٻيءَ حقيقت کي وضاحت سان بيان ڪيو آهي، اها آهي "پاڻ سڃاڻڻ" جي قوت آگاهي. فرمائي ٿو:

جي تون صحيح سڃاڻي پاڻ، اتئي قيمت سندو قطرو،
ڪوري ڪيد قلوب مان، مدائيءَ جو ماڻ،
پري نهارڻ پِرَ ڪي، سندو چٽن چاڻ،

نت سائين توهي ساڻ، راتيان ڏينهان "روحل" چوي.

هاڻي ڏسون ته پاڻ سڃاڻڻ ڇا آهي؟ رومي فرمائي ٿو:

از خود آگہ چون نئ اے بي شعور،
پس نبايد برچنين علمت غرور.

(جيئن ته تون پاڻ کان واقف نه آهين، ان ڪري توکي پنهنجي ڄاڻ تي ايڏو هٺ ڪرڻ نه گهرجي.)

صوفين پاڻ سڃاڻڻ منجهان مطلب ٻانهي ۽ خالق جي توسل کي ورتو آهي. رومي ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

چون بداني تو کماهي خويش را — علم عالم حاصل آيد مرتوا
گرهمي خواهي ڪہ باشي حق شناس — خويش را بشناس نہ از راه قياس
بل ز راه کشف و تحقيق و يقين — عارف خود شوکہ حق داني ست اين.

(جڏهن پنهنجي هستيءَ کي سڃاڻيندين، ته توکي سڄي جهان جو علم حاصل ٿي ويندو. جيڪڏهن تون گهرين ٿو ته خدا کي سڃاڻين، ته پاڻ کي سُڃاڻ. پيو قياس نه وٺ. ڪشف، تحقيق ۽ يقين جي راهہ کي وٺي، پاڻ سڃاڻڻ جو عارف ٿِجي وڃ، ڇو ته اهائي حق داني آهي.)

شيخ محي الدين ابن العربي هن حقيقت جي وضاحت هيئن ٿو فرمائي:

اَلـعَـبَـدُ عَـبَـد وَ اَن ترقـي والـرب رب و اَن تـنزل

(ٻانهون، ٻانهون آهي، پوءِ هو ڪيتري ٻہ ترقي ڪري، رب رب آهي، اگرچ هو ڪيترو نزول ڇو نہ ڪري.)

مٿيئن حقيقت مان صاف ظاهر ٿيندو، ته انسان جڏهن پاڻ کي صحيح صورت ۾ عبد تصور ڪري ٿو، تڏهن ئي سندس مقام ۽ منزل جي ترقي ٿئي ٿي. علامہ اقبال "عبده" جي تشريح هيئن ٿو ڪري:

عبده آ جانفزا ۽ جانستان عبده شيشو بہ سنگ گران عبده دنيا آ دنيا عبده

ترجمو:

رنگ سڀ آهيون ۽ هو بي رنگ وبو عبده کي ابتدا بي انتها عبده کي صبح شام آهي نہ ڪا

"عبده" جي فهم ۽ ادارڪ جي اعليٰ مقام کي علامہ اقبال خوديءَ سان تعبير ٿو ڪري. سنڌ جو صوفي اڳيئي ان ڪان پوريءَ ريت واقف آهي. روحل فقير فرمائي ٿو:

وٽــج وِهــائڻ ڪــاڻ، ڇــو وجيــن ٻئــي هــَـٽ؟
توکي پــٽ پٽيهــر پــانهنجو، اتــي وٽــج مڙوئــي وَٽِ!
جنهــن ۾ نشــو نينهــن جــو، ســاڪا ڪونــي پــَـٽِ!

علامہ اقبال انهيءَ قبيل ۾ فرمائي ٿو:

آدمي وٽ ئــي نــہ پهتيــن، ڪئــن خــدا ڳوليــن پيــو!
پــاڻ ڪــان پرتــي وجــي ۽ آشــنا ڳوليــن پيــو!
پؤ وجي ڪنهن شاخ گل ۾، آب نم سان ڪر گذر،
رنــگ بگڙيــي لئــي وري بــاد صبــا ڳوليــن پيــو!

(ترجمو)

صوفيءَ جو خوديءَ بابت ڪهڙو نظريو هئڻ گهرجي، ان لاءِ "روحل" فقيـر هيئن ٿو فرمائي:

ڄاڻ خودي تان خود ڪون پهچين، نال خودي خود پائين،
بنا ڪيف لطيف نــہ لــيدا، ســڻ تــان ســچ آڪــائين،
"روحل" رانجهن دل وچ وسدا، ڍوند نہ سجيان جائين.

جيئن تہ صوفين جي پَرِ "صلح ڪُـل" ٿئي ٿي، ۽ هو دنيا کي محبت ۽ پيار جو پيغام ڏيندڙ آهن. روحل فقير جي ڪلام ۾ بہ اسان کي ان حقيقت جو اظهار ملي ٿو:

ڪفــــر ۽ اســــلام ۾ تــــا پيــــن ابتــــا پيــــرَ،
هــڪ هنــدو ٻيــا مســلمان، ٽيــون وچ وڏائــون ويــر،
اُنــڌن اوندهــہ نــہ لهــي، تــن کــي ِســج چونــدو کيــر!
پر "روحل" راهہ پرين جي، جان گهڙي ڏنوسي گهير،
تــہ رب مڙنــي ۾ هيڪــڙو، جنهــن ۾ ڦنــد نــہ ڦيــر:
ســا ڪــاڏي ڪنــدي پيــر، جــا ســتي ڪعبــۃالله ۾!

هڪ فارسي شعر هن قبيل ۾ روميءَ چيو آهي:

ڪفــــر اســـــت در طريقـــت ماڪينـــــہ داشـــــتن،

آئيـــن مـــا اســـت ســـينہ چـــون آئينـــہ داشـــتن.

سچ، روحل فقير هن اڪسير جو پندار آهي:

سڀ صورت صاحب دي ڄاڻن، دوئـي دل نہ لائـن،

"روحل" رنگ هڪي دي رتي، سي سڀ ڪنهن سيس نماون.

روحل فقير جي ڪلام ۾ صوفيءَ جي لاءِ هڪ مفصل پروگرام موجود آهي. سندس ڪلام ۾ ڪوبہ مبالغو يا اهڙي ڳالهہ موجود ڪانہ آهي، جنهن کي صوفي شطحيات سڏين ٿا. شطحيات منجهان مقصد آهي، اُهي ڳالهيون، جي شرع سان تضاد ۾ اچن. جيڪڏهن ڪٿي ڪو اهڙو نڪتو بيان بہ ڪيو اٿس، تہ نهايت احتياط سان. فرمائي ٿو تہ:

ٽبـي ڏيئـي پـاڻ ۾، پســان جـان پيهـي،

نڪـي ملـڪ نڪـي خلـق، نڪـي اسـيئي،

اسـين بـہ ڳوليـون جـن کـي، سـي پـڻ اسـيئي،

ہي وائي ويئي، "روحل" هو نگ پرين جي هڪڙي.

هڪ سنجيده صوفي آهي، جو پنهنجي مواعظ حسنہ سان، دلين کي ڏتاريندو رهي ٿو.

روحل فقير جو ڪلام، جيئن مٿي ٻڌايو اٿم، ڪو زياده نہ آهي. مگر هنديءَ ۾ سندس ڪوتا چڱي انداز ۾ آهي. سندسُ هندي تصنيفات جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم، انهن ڪان سواءِ پڇن بہ اٿس، جن جو رنگ هيٺينءَ ريت آهي:

(1)

اپنا روپ پڇان، سمجهہ من درسن پيهي.

1-جئسي شنگهہ اجاسنگ ڏولي آپ نـــہ چينـــي، پرمـــي پولـــي،

جانت هوءِ اَجان.

2-ڪستوري وسي مرگهہ ڪي مانهين، بـَـنُ نـَــنُ ڍونـڍي سـونگهي تـانهين،

هوءِ رهيا حيران.

3-جن تمڪو نشچي ڪرجانيا، رمتـــا رام ســـڪل گهـــٽ مانيـــا،

سو ساڌو پروان.

4- تين لوڪ مين تمرا واسا، ڪاهي ڦرت هوءِ اُداسا!
جان سڪي ڪو جان!

5- جت ميري پريت صاحب سنگ لاڳي ”روحل“ پيت پرم ڪي پاگي،
آتم مين غلطان.

(پنهنجيءَ صورت کي سڃاڻ اي دل، سمجهه جو اهوئي سچو ديدار آهي.
جهڙيءَ ريت شينهن ٻڪريءَ جي صحبت ۾ ڦاسي، پاڻ ڇري نٿو،
پر عجيب وهم ۾ مبتلا آهي. ڄاڻندي بہ اڄاڻ بڻجي ويو آهي:
مشڪ هرڻ جي اندر موجود آهي، مگر هو ان خوشبو کي رڻ پٽن ۾
ڳوليندو ٿو رهي. اهڙي ريت حيران ۽ پريشان آهي.
(پر) جن توکي يقين سان ڄاتو ۽ سڃاتو تہ اهو سڀ جاءِ تي وسندڙ
رام پنهنجي اندر آهي. اهوئي صادق صوفي آهي.
ٽن لوڪن [1] جي اندر تون وسندو رهين ٿو، پوءِ ڇا جي لاءِ اداس ٿو
گذارين! ڪو ڄاڻڻ وارو هن حقيقت کي ڄاڻي سگهي. جڏهن
منهنجي محبت ان مرشد سان لڳي، وهم ۽ سنسي جي پيت مون
کان پڇي پئي. (تڏهن) مان روحاني دنيا ۾ گم ٿي ويس.)

هن شبد يا پڇن جي اندر، فقير صاحب، پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي
آهي، جنهن نظريي بابت مٿي بحث ڪيو ويو آهي تہ اهوئي صوفيءَ جي زندگيءَ
جو وڏو مقصد آهي. ڪوي ڪبير فرمائي ٿو:

ڪاهي ڪو پرمت بانوري اوهہ تو تيري پاس هي،
وه وياپڪ تيري مانهين، پهولون مين جئسي باس هي،
باهر ڪو دوڙي هاٿ نہ آوي، مرگهہ ترشنا کهيل،
الک امورت، امر ابناسي، تو مانهين پرڪاش هي.

(اي بيوقوف تون ڇالاءِ وهم ۾ وڪوڙيل آهين، اهو تہ تو وٽ آهي!
اهو هر شيءِ تي بسيط، تنهنجي اندر اهڙيءَ ريت آهي، جيئن گلن
جي اندر خوشبوءِ ٿئي ٿي. تون ٻاهر ڊڪندو رهين ٿو، پر هو توکي

[1] هندو عقيدي موجب ٽي لوڪ شمار ڪيا ويندا آهن: 1- سرگ لوڪ (بهشت) پاتال لوڪ (دوزخ)، ماترپون (زمين). ڪي پنڊت هنن جي تقسيم هيٺينءَ ريت ڪن ٿا: پور لوڪ (زمين)، سرگ لوڪ (بهشت) پوور لوڪ (خلا) صوفين جو عقيدو وري هيٺينءَ ريت آهي: ماتر لوڪ، پرٿوي لوڪ پرلوڪ.

هٿ نہ ايندو، هيءَ تہ مرگهہ ترشنا جو کيل (رڃ ۾ هرڻ جو ڊوڙڻ) آهي، اهو الک، جنهن کي ڪابہ صورت نہ آهي، هميشہ جيئڻ وارو، ۽ فنا نہ ٿيڻ وارو، تنهنجي اندرئي جلوه گر آهي.)

شيخ فريد الدين عطار فرمائي ٿو:

چشم بکشا کہ جلوهٔ ديدار تجلي است از در و ديوار،
کلّ شيءِ مُحيط مي دانم چونڪہ مي بينمش نقش و نگار،
ثم وجہ الله ايدت بنظر وَهُوَ مَعَڪُمْ نمايدت ديدار،
اين تماشا چہ بنگري گوئي لَيْسَ في الدّار غيره بشمار.

(اک کول، جو دوست جو جلوو هر در ۽ ديوار مان نظر اچي رهيو آهي. هو هر ڪنهن شيءِ جي مٿان محيط (وياپڪ) چاڻ. سڀ ان جوئي نقش و نگار ڏسون ٿا. سڀ ڪنهن طرف توکي الله نظر ايندو، اهو توسان گڏ آهي، ۽ ائين توکي ديدار (درسن، ڏيکاريندو رهي ٿو. اهو تماشو ڇا جي لاءِ تو ڏسين؟ چؤ تہ تنهنجي اندر انهيءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ آهي!)

بهرحال، هن ساڳيءَ حقيقت کي ٻئي شبد يا پڇن ۾ هيئن ٿو فرمائي:

(2)

ڪاهي ڦِرو بنواس؟

| | | |
|---|---|---|
| 1- | شبد کي کر سِمرنا، | وچن کا کر پاس، |
| | پَيو ساگر پار ترن کو، | جپ ساسون ساس. |
| 2- | کي ڦرن مکي کي مانهين، | کن کون گنگا کي پياس، |
| | شِنگهہ بوکا جي ڦرے، | ڦر مول نہ کاوے گهاس. |
| 3- | تيرا صاحب تجهہ هي مانهين، | تم تجو اور آس، |
| | سر دئي صاحب ملي، | اچرج، اچنبا هاس. |
| 4- | گُر تہ "روحل" هر کون مليا، | کاٽي جم کي ڦاس، |
| | دن رين مجهکو يبهي هي، | تيري چرنون کي پياس. |

(ڇاجي لاءِ ويرانين ۾ ڦرندو رهين ٿو؟ رات ڏينهن خدا جو ذکر کر ۽ اهو ٻول جو کري آيو آهين، ان جو خيال کر، هن دنيا جي وڏي سمنڊ

ڪي پار ڪرڻ لاءِ، هر دم سان ذڪر الاهي ڳنديو رهي. ڪي مڪي شريف ۾ ڦرندا رهن ٿا، تہ ڪن کي گنگا جي تيرٿ جي سِڪَ آهي، شينهن توڙي ٻکيو ڇو نہ هجي، پر هو ڪڏهن بہ گاھہ نہ کائيندو. تنهنجو مالڪ تنهنجي اندر آهي ۽ تون ٻي اميد ڇڏي ڏي، سر ڏي تہ توکي مالڪ ملي، هنَ تي عجب ۽ حيرت ڇو ٿو ڪرين. "روحل" اسان کي مرشد مليو آهي ۽ اسان موت جي بند کان آزاد ٿي چڪا آهيون، رات ڏينهن مون کي تنهنجي قدمن ۾ رهڻ جي آس آهي.)

مرشد جي آمد جو ذڪر، ڪيڏيءَ نہ خوشيءَ سان ٿو ڪري، جنهن جي هر هڪ لفظ مان صداقت ۽ عقيدت جو اظهار ٿو ٿئي:

(3)

آڄ موري سنت پڌاريا، سنت پڌاريا، هري جن پيارا!
ٻل ٻل جائون ٻلهارا!

1- آج ميري انگنان مين ڀئي واڌائي، ورتيا منگل چارا.
2- ڀاؤ ڀڳت کي ڪرون رسوئي، آنند ڪرون آهارا.
3- سيل سنتوک ڪي سيج بڇائون، پائون موک دوارا.
4- ڪهتا "روحل" سنت هي آيا، پائون درسن ديدارا.

(اڄ مون وٽ مرشد آيو آهي، مرشد آيو آهي، جو خدا جو پيارو آهي، جنهن تان مان هر هر صدقي ٿيان! اڄ منهنجي اڱڻ ۾ خوشي آئي ۽ خوشي منائجي رهي آهي. سندس طعام سندس وعظ ۽ نصيحت ٻڌايان ۽ خوشي سندس چادر ڻاهيان. صبر ۽ شڪر جي سيج وڇايان ۽ ان جي رستي ڇوٽڪارو حاصل ڪريان. "روحل" چوي ٿو تہ مرشد آيو آهي، شال سندس درسن ۽ ديدار حاصل ڪريان.)

ڀڳت ڪبير جي عظمت جو فقير صاحب هيئن ٿو اعتراف ڪري:

(4)

مون مين سڪل شڪل سون نيارا
مين داس ڪبير ڪهايا.

1- هماري ديس نهين ماتر پومي نهين آڪاشا.
نهين هي ڏنڏڪارا،

2- هماري ديس نهين هي چندر نهين هي سورج،
نهين هي نوَ لک تارا.
3- هماري ديس نهين هي برهما نهين وشنو،
نهين شو شکتي سارا.
4- کهت "روحل" هر روحل بهي ناهين،
کبير روپ همارا.

(مان سيکجهه آهيان، جنهن کي ڪابہ شڪل نہ آهي، مان ڪبير جو پاڻ کي پانهو چوايان ٿو. منهنجي ديس ۾ نہ زمين آهي نہ آسمان، نہ وري اونداهي آهي، منهنجي ديس ۾ نہ چنڊ آهي نہ سج، نہ وري اڻ ڳڻيا تارا ئي آهن، منهنجي ديس ۾ نہ برهما آهي نہ وشنو، نہ وري طاقت وارو شو آهي. "روحل" چوي ٿو مان بہ نہ آهيان، اسان جي صورت ڪبير جي صورت آهي.)

روحل فقير جي هڪ مريد، ٽانورداس شڪارپوريءَ، پنهنجي بياض ۾ لکيو آهي، تہ هڪ ڀيري، سندس فرزند شاهو فقير، کيس سوال ڪيو تہ

گوري پوري کو کم جانيان کُبُد پُري پچان
."شاهو" اب عرض کري ديئو سرب گيان
گيان بنا گر کم پڙي، جب ستگر کهہ سمجهاءِ
"شاهو" پر ديا کرو، ديئو ترت دِکاءِ.

(مرشد جي شهر (موقف) کي گهڻ ٿو ڄاڻان، ان جي سڃاڻپ ڪٿان ڪريان! "شاهو" عرض ڪري ٿو تہ کيس سڄو ئي علم عطا ڪريو. انهيءَ علم (سمجهہ) بنا خبر ڪانہ ٿي پوي، جيڪو مرشد ئي ٻڌائي ۽ سمجهائي ٿو. شاهو تي رحم ڪريو ۽ اهو موقف اُن کي جلدي ڏيکاريو.)

روحل فقير سندس جواب مختصر مگر جامع ٿو ڏئي:

ستگر پُري پُرس هي سدا بيپرواهہ
"روحل" اُو راجا پَئي، راجن کي پتشاهہ
اننگ اکثر نہ ملي نين نين پرپور
"روحل" وچن ٻولي، کو چڳي هنسا سور

نـہ ڪـامي، نــہ ڪــروڌي، نــہ لوڀــي، نــہ موهــہ
”روحل“ آشنا. ترشنا وانڪي نهين دغاباز نهين دروهہ.

(مرشد جي شهر (موقف) وارو مرد. سدا بي پرواهہ آهي. ”روحل“ اهو راجا آهي، راجائن جو بہ راجا آهي. ڪامديو جي اڪر سان هن جو واسطو نہ آهي، سندس اکيون سچيءَ محبت سان ڀرپور آهن، ”روحل“ ڳالهہ جو اهو موتي تو ڏئي، جنهن کي ڪو هنس ئي چڳي سگهي ٿو. اتي نہ ڪاوڙ آهي نہ شهوت، نہ لوڀ نہ موهہ، نہ وري ڪا آس جي رڄ آهي ۽ نہ دغا نہ دوهہ آهي.)

روحل جي ”ستگر پوري“ بہ اُها آهي، جا مخدوم عبدالرحيم گروهڙي جي ”لقاپور“ آهي. قلب جي صفائي، اخلاق جي عظمت ۽ محبت جي فراواني، صوفين جا بين الاقوامي اصول آهن.

فقير صاحب جي هڪ شبد ڏيڻ کان پوءِ، مان سندسَ هندي شاعريءَ جو ذڪر ختم ڪندس[1]، جنهن جي هر نڪتي مان سندس روحاني ڪمال جو اظهار ٿئي ٿو:

اگر پنٿ کي مهما ڀاري ڪبهي نہ اُتري پريم خماري

1- گيـان نهيـن ڌيـان جـوڳ نهيـن سـاڌن
سمجهــن ڪــي مــت چيتــن هــاري
ساکي نہ شبد، اونـگ نهيـن سـوهنگ
بيــد ڪتيــب سَــڪل سـون نيــاري

2- هنـدو نــہ تـرڪ، جوڳـي نــہ سنياسـي
رهــــت آڏول نهيــــن بيـــک ڌاري
سورا سوئي، جوئـي سنمــُـک جهولـي
پيـــت گنــوا ڪـــي گيـــرو ڌاري

3- انمـول پــرش مليــو گهــٽ مــانهين
جــانڪي پريــت لاڳــي اُت پيـــاري

---

[1] سنڌي ادبي بورڊ جي ڪوشش سان ڪنڊڙيءَ وارن جي هندي ڪلام کي جدا شايع ڪيو ويندو.

انتـــر جـــامي انتـــر كوليـــا
مـن كـي ممتـا سـهج سـون مـاري

4- دنيـا ايهـ كـچ ناهين، ناهي كـچ پايا
ســتگور صــاحب تــون ٻلهــاري
"روحـــل" ريـــن ڳئـــي دن آيـــو
ارس پـــرس ســنگ مليـــو مـــراري[1]

(جتي عقل گم ٿيو وڃي ٿو، ان طريقي جي عظمت جي ڪهاڻي گهٽي مٿي آهي، ڪڏهن بہ محبت جو خمار لهي نٿو سگهي.

الاهي علم نہ ڏيان سان ملي ٿو نہ جوڳي ٽيڻ سان ملي ٿو، هن نصيحت ڪي ڪي سمجهہ وارا سمجهن ٿا. ان جو شاهد" نہ آواز آهي نہ ننڊ نہ جاڳ، ويد ۽ ڪتاب ڪان روحاني دنيا نياري آهي. نہ هندو نہ مسلمان، نہ جوڳي نہ سنياسيءَ تي مدار آهي، محڪم رهت لباس ۽ صورت تي نہ آهي. بهادر اهو آهي، جو انهن سيني جي سامهون ميدان ماري، سڀ ڀيد وڃائي، گيڙو جي لباس ۾ ڍڪجي وڃي. مون کي پنهنجي اندر اهو مليو، جنهن جي قيمت ڪٿي نٿي سگهجي. ان جي محبت سڀ ڪان بيحد پياري بڻجي ويئي آهي. منهنجي اندر رهڻ واري منهنجي اندر کي کوليو، دل جي دوئي، پنهنجي ذوق سان ماري ڇڏيائين. دنيا ڪابہ شيءِ نہ آهي، نہ وري ان مان ڪجهہ هٿ آيو، مان مرشد تان صدقي وڃان! "روحل" رات ويئي، ڏينهن آيو، ان وصال واري مرد جي ذريعي، دوئي کي مارڻ واري جي سنگت حاصل ٿي.

روحل جي هندي ڪلام ۾ جو رس ۽ ڪمال آهي، ان کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي تہ سنڌ جي اندر ڪهڙا نہ صاحب ذوق ۽ صاحب دل عالم ٿي گذريا آهن.

روحل سائينءَ جو سرائڪي ڪلام بہ بيحد سنجيده ۽ متين آهي. روحل جي ڪلام ۾ جو سوز و گداز، رس ۽ ڪمال آهي، ان کي ڏسي

[1] هندن جي اوتار سري ڪرشن لاءِ چيو ويندو آهي تہ هن مُر نالي هڪ ديوتا کي ماريو هو. جو سندس محبت جو رقيب هو. ان ڪري مٿس مراري لقب پيو.

تعجب ٿو ٿئي تہ سنڌ جي اندر ڪهڙا ڪهڙا نہ صاحبِ ذوق ۽ صاحب دل رهنما ٿي گذريا آهن، ۽ اڄ:

”ويا اُو وينجهار، هيرو لعل ونڌين جي.“

مون مٿي روحل صوفيءَ جي اولاد جو ذڪر ڪيو آهي، سندس هڪ ارادتمند ﭘائي جيوڻ لعل، شڪارﭘوريءَ، سندس ﮔاديسرن جو ذڪر نهايت شرڌا سان ڪيو آهي، جنهن ۾ ان خاندان جي سيني شاعرن جو ذڪر اچي ٿو:

**روحــل رام** اوتــار، ڪنــڊڙي آهــي ﭘريــم منــڊلي،
1- **شــاهو** ســائين ﭘيــد بتــايو، **غــلام علــي** گُلعــذار.
دُرس **دريــاءِ خــان** دولهــه آهــي **نظــر علــي** نــروار
2- **روحــل ﭘيــو** رمــزن وارو **محمــد حســن** موچــار.
**غــلام علــي** ﭘينــو ڀهڳــڻ ٻــالڪ صورتونــد ســردار.
3- سائين **فيض علي** فيضن وارو جو آهي صاحبِ دستار.
خاص خليفو سائين سياڳو، جنهن کي ڏات ڏني ڏاتار.
4- جهڙي ڪاشي تهڙي ڪنڊڙي، وٽ نہ ﭘانيان وار.
”جيــوڻ“ آکــي آهيــان ٻنــدو، ســتگر تــو آڌار.

(2)

# مراد فقير

ڪلام جي عظمت کان، مراد فقير جو شمار، سنڌ جي مشهور شاعرن ۾ ٿئي ٿو. مراد فقير، روحل فقير جي قريبي صحبتين مان آهي. هن قريبي رشتي جي خبر اسان کي هن مان پوي ٿي، تہ مراد فقير، روحل فقير سان سفر ۽ حضر ۾ گڏ ٿي رهيو. ڪيس خلافت جو منصب حاصل هجي، تہ ڪهڙو شڪ آهي.

مراد فقير جي والد جو اسم گرامي، منهنجي محترم دوست پروفيسر عطا محمد حاميءَ، شامو فقير ورتو آهي، جو غلط آهي. جيئن اسان مٿي ڏيکاريو آهي، روحل فقير جي والد ج

و نالو شاهو فقير هو. ڪنبڙيءَ جي ڪيترن فقيرن کان معلوم ڪيو اٿم، جن ٻڌايو آهي تہ فقير مراد جي والد جو نالو محمد حيات هو، جو روحل فقير جي سوٽن مان هو. فقير صاحب بہ زنگيجو بلوچ هو. مراد فقير ۽ روحل فقير جي عمرين ۾ قريباً ڏهن سالن ڪن جو تفاوت هو. جيڪڏهن زباني روايت تي اعتبار ڪجي، تہ مراد فقير سن 1742ع يا 1743ع ۾ تولد ٿيو هو.

ننڍي هوندي فقير صاحب جي تعليم چڱيءَ ريت ٿي. هو هندي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌي زبانن جو پوريءَ ريت ڄاڻو هو. سندس جوانيءَ جو عرصو ڪيئن گذريو ۽ ڪهڙي شغل ۾ گذريو، انهن بابت ڪابہ معلومات نٿي ملي. فقط هيتري خبر ملي ٿي، تہ فقير صاحب، ننڍي ئي هوندي روحل فقير جي صحبت ۾ وڃي پهتو. اُن وقت جڏهن هو پدمات جي پٽ تي وڃي گوشي نشين ٿيو هو، تڏهن مراد فقير بہ ساڻس گڏ هو. جيئن فرمائي ٿو:

وَر پسي پدمات جي، ٻن هٽي هالار،
جي هوون هيڪاندا يار، تہ ڏکيا ڏينهن نہ ساريان.

ان کان پوءِ هو فقير صاحب سان، سندس سير ۽ سفر ۾ شريڪ رهيو. مون کي هن روايت جي مڃڻ ۾ بہ تامل آهي، تہ هو روحل فقير جو پير ڀائي هو. جيتريقدر زباني روايتن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويئي، انهن مان معلوم ٿو ٿئي

تہ هو روحل فقير جي صحبت ۾ اچڻ کان پوءِ ڪانئس هڪ دم بہ ڌار نہ ٿيو آهي. جيڪڏهن سندس ارادتمندي ڪنهن ٻئي صاحب سان هجي ها تہ هو ڪڏهن بہ روحل فقير جي صحبت کي پنهنجي لاءِ اڪسير نہ سمجهي ها. هن کي روحاني مقام، جو حاصل ٿيو، سو سچو ئي روحل فقير جي فيض جو اثر هو. هيڏيءَ ڪليل وضاحت کان پوءِ، هن ۾ شڪ ۽ گمان آڻڻ جو ڪو سبب ئي پيدا نٿو ٿئي.

ڪلهوڙن جي زوال پذير، پر آشوب زماني ۾، روحل فقير وانگر مراد فقير بہ ٽالپرن جو طرفدار هو. ان زماني ۾ جڏهن عبدالنبي، افغانستان جي نامور حاڪم تيمور شاهہ کان مدد طلب ڪئي هئي ۽ مدد خان سنڌ ۾ اچي هاجا پئي هنيا، تڏهن ان کان مراد فقير متاثر ٿي چيو هو:

ماري "مدد" کو دور ڪرو، چوڙ وڃي يهودي يزيد ميان.

يهودي ۽ يزيد جا لفظ، فقير صاحب، انتهائي نفرت سان مدد خان لاءِ لکيا آهن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ هن خونريز انسان جا مظالم بہ حد کان وڌيل هئا. ميان عبدالنبيءَ جي اخراج کان پوءِ، جڏهن ٽالپرن حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ورتيون، تڏهن مراد فقير کين هيئن دعا ڪئي تہ:

ٽـــاريون ٽـــالپرن جـــون پـــرور پوڪـــايون،
دائـم تنيـن دعـا جـو اسـين پـاٽي ٽـا پـايون،
سي سدائين سايون، جن جي مدد "محمد مراد" چئي.

ڪلهوڙن جي پر آشوب دوُر گذرڻ کان پوءِ، جڏهن ملڪ ۾ سڪون اچي ويو، تڏهن پنهنجي رهنما سان گڏجي هو ڪوٽ ڏيجيءَ جي پرسان ڪوٽلي ۾ اچي رهيو. جتي هن روحل فقير کي پنهنجي نياٽيءَ جو سڱ ڏنو، جنهن مان خدا بخش ۽ فقير دريا خان تولد ٿيا.

ان وقت ڏاري ڪوٽلي جي لڳ هڪ سيد شڪر شاهہ نالي رهندو هو. هنن خدا وارن فقيرن ڏانهن عام ماڻهن جي رجوع کي ڏسي، هو فقيرن جي رنجائڻ جي پويان اچي پيو. مگر فقيرن طرفان صبر ۽ شڪر کان سواءِ ٻيو ڪوبہ جواب نہ هو. ڪيس ٻيو تہ ڪوبہ وجهہ نہ ملي سگهيو. آخر هن فقير صاحبن جي زمين تي قبضو ڪرڻ گهريو. روحل فقير تہ هن معاملي ۾ خاموش رهيو، پر مراد فقير کي هيءَ ڳالهہ نہ وڻي. هن چاهيو تہ شڪر شاهہ کي ان جو

بدلو ڏئي. روحل فقير کي ان جي ڪٽڪ پئجي ويئي، جنهن مراد فقير کي پاڻ وٽ گهرائي، جوابي قدم کڻڻ کان روڪيو ۽ کيس هدايت ڪيائين تہ ”فاني شين جي لاءِ وڙهڻ ڇا جو؟ مرد اهو آهي، جنهن پنهنجي نفس سان وڙهي، ان کي زير ڪيو.“ فقير صاحب جي هدايت جي مراد فقير پوري پوري تعميل ڪئي، پر ان واقعي جو ايڏو گهرو اثر متس پيو، جو هن واقعي کان ٿورا ڏينهن پوءِ بيمار ٿي پيو۽ ان بيماريءَ ۾ وصال ڪري ويو. هي واقعو سن 1796ع ڌاري ٿيو. کيس ڪوٽلي ۾ دفن ڪيو ويو. فقير صاحب جي وفات کان پوءِ، روحل فقير بہ ڪوٽلي کي ڇڏي، وچي ڪنڊڙيءَ ۾ رهيو.

فقير صاحب پنهنجي دور جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. هن نہ فقط سنڌيءَ ۾ شعر چيو آهي، پر فارسي، هندي ۽ سرائڪيءَ ۾ بہ سندس ڪلام موجود آهي. فارسيءَ ۾ سندس هڪ ننڍڙو ديوان آهي. هنديءَ ۾ سندس تصنيف جو نالو ”پريم گيان“ آهي.

سنڌي شعر ۾ هو پنهنجي پيشرو شاعرن، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ سيد عنايت شاهہ رضويءَ جي نقش قدم جو تابع نظر اچي ٿو. سندس ڪلام جو گهڻو حصو سنڌ جي قديم قصن ۽ ڪهاڻين تي ٻڌل ٿو نظر اچي. سندس سنڌي ڪلام جو ذخيرو ڪو ايڏو وڏو نہ آهي، مگر روحل فقير جي ٻيٽ ۾ ڪي قدر زياده نظر اچي ٿو. سندس ڪلام ۾ پختگي ۽ رواني آهي. سندس عشقيہ شاعري آتاهہ درد سان ڀريل آهي. پتنگن جي پر جو ذڪر ڪندي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سر يمن ڪلياڻ ۾، فرمايو آهي:

پيچ پتنگن کي، سنديون ڪامڻ خبرون،
آٽيو وجهن آگ ۾، جيءُ پنهنجو جي،
جيري جني جي، لڳا نيزا نيهن جا.

مراد فقير فرمائي ٿو:

سا مَنَ سِڪ ”مراد“ چئي، جا پَرِ پتنگن،
اچن اَجل سامهان، سِرِ جو سانگ نہ ڪن،
جن کي موت مشاهدو. سي رَتي ڪين رهن،
ساعت سين نہ سهن، پاڻ برابر پِرَ جي.

صوفين شمع ۽ پتنگ جي، حالت کي حيرت جو مقام سڏيو آهي، جتي حق جي طالب کي پنهنجي هستيءَ جي ڪا ٻوجهه نٿي پوي. فريدالدين عطار پرواني ۽ شمع جو بيان هيئن ٿو ڪري:

يک شبي پروانگان جمع آمدند
در مضيفي طـلـبِ شـمـع آمدند
جملگي گفتند مـــي بـايد يڪي
ڪو خبر آرد ز مطلوب انـدڪي
شد يڪي پروانہ تـا قصري ز دور
در فضائِ قصر يافت از شمع نور
باز گشت و دفتر خـود باز ڪرد
وصف اُو بر قدر فهم آغاز ڪـرد
ناقدي ڪو داشت در مجمع مهي
گفت اُو را نيست از شـمع آگهي

(هڪ رات پروانا اچي گڏ ٿيا، ۽ مجلس ۾ شمع جا ڳولائو ٿيا. سيني چيو تہ اسان مان هڪ کي وڃي، مطلوب جي خبر آڻڻ کپي. انهن مان هڪڙي، محلات ۾ پري کان شمع جي روشنيءَ کي ڏٺو. هو موٽي ويو ۽ پنهنجي سمجهہ موجب ان حقيقت کي بيان ڪيائين. انهن ۾ هڪ نڪتچين بہ هو، جو سندن سردار بہ هو. هن چيو تہ هن کي شمع جي ڪهڙي خبر!)

شد يڪي ديگر گذشت از نور در
خـــويـش را بـــر شمع زد از دور در
دست درڪش ڪرد با آتش بهم
خويش را گم ڪـرد با اُو خوش بهم
چون گرفت آتش ز سرتا پائِ اُو
سـرخ شــد آتـشـــي اعـضائي اُو
ناقد ايشان چو ديد اُو را ز دور
شمع با خود ڪـرده همرنگش ز نور
گفت اين پروانہ درڪار است بس
ڪـس نہ دانـد اُو خبردار ست بس

(اُنهن مان هڪ پيو اُن روشنيءَ جي در ڪان گذريو ۽ در ڪان اندر ويندي ئي پاڻ کي شمع تي قتو ڪيائين. هو باهہ ۾ وڪوڙجي ويو ۽ پاڻ کي وڏيءَ خوشيءَ سان ان ۾ گم ڪري ڇڏيائين. جڏهن باهہ ان کي ورتو، تڏهن سندس عضوا باهہ ۾ پچي ڳاڙها ٿي ويا. نڪتچين ان کي پري کان ڏسي چيو تہ "شمع پنهنجي نُور سان هن کي همرنگ ڪري ڇڏيو." چيائين تہ اهڙي پتنگي جي گهرج آهي، جنهن جي لاءِ هي معلوم ٿي نہ سگهي تہ هو با خبر آهي.)

آنڪ شد هم بيخبر هم بي اثر　　از ميانِ جملہ دا رد اُو خبر

تانگردي بيخبر از جسم و جان　　ڪي خبر يا بي ز جانان يڪ زمان

(اُهو، جو بيخبر ۽ بي اثر بڻيو، ۽ سيني ۾ اهو ئي خبردار آهي. جيستائين پنهنجي جسم ۽ جان کان بيخبر نہ ٿيو آهين، تيستائين توکي دوست جي خبر ئي ملڻ محال آهي.)

ڀٽائي هن حقيقت جو اظهار هيئن ٿو فرمائي:

پتنگن پهہ ڪيو، مِڙِ ئا متي مَچَ،
پَسي لَهس نہ لِڇئا، سڙيا متي سَچَ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائِيا.

مراد فقير، ان نظاري جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

جي ٻارين تان ٻار، اندر باهہ برهہ جي،
متي مچ "مراد" چئي، ڪئي پتنگن پچار"
تہ جيئري جانب نہ مڙي، توٽي حيلا ڪرين هزار"
دوساٽي درٻار، تا مُئا ڪن مشاهدو.

مراد فقير جو بيت، فريدالدين عطار جي ڊگهي نظم جو گويا اختصار آهي، جنهن ۾ هن حقيقت جي راز کي پُر تاثير لفظن ۾ آڻي جمع ڪيو آهي. هن حقيقت کي ٻيءَ تشبيهہ سان هيئن ٿو پيش ڪري:

محبت جي ميدان ۾، ڏيڻ سر ثواب،
جو آڏو عجيبن کي، آهي هي حجاب"

مَــُر تــہ تيــن، ”مــراد“ چئــي، محبوبــن جــو بــاب،
جيئن سو گُــل گلاب، تــي پيــش چـِـــڪايو پاتشــاھہ.

هن مان مطلب آهي تہ جهڙيءَ ريت گلاب جي گلن کي چڪائڻ کان پوءِ عطر کي قرب سلطاني حاصل ٿئي ٿو، اهڙيءَ ريت هڪ ارادتمند کي پنهنجي سر کان بہ گذرڻو پوي ٿو ۽ پوءِ ئي حقيقي وصال سان مالا مال ٿئي ٿو. حق ۽ صداقت جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيڏيون نہ قربانيون ڏيڻيون پون ٿيون. جيڪڏهن اسان صوفي حضرات جي تصنيف شيخ فريدالدين عطار جي تصنيف ”تذڪرة الاوليا“ ۽ مولانا جاميءَ جي تصنيف ”نفحات الانس“ کي پڙهي ڏسنداسون، تہ اسان کي خبر پوندي تہ صوفين جي زندگيءَ جو شغل ۽ ماحصل ڇا هو؟ اهڙيءَ ريت مراد فقير جي ڪلام ۾ اسان کي راست رويءَ جو اهو سچو پروگرام حاصل ٿئي ٿو، جو صوفين جي لاءِ طرۂ امتياز آهي. وحدت الوجود جو سادو مثال هيئن ٿو ڏئي:

تــون آهيــن تئــن پريــنءَ ســان، جئــن پــاٽي ۾ مــاڪ،
ڦوڙائــو فــراق، توتــي ڪونهــي مـُـــور ”مــراد“ چئــي.

فارسي شاعرن، محمود شبستري، مغربــي يــا بيــدل دهلــويءَ وانــگر، پرشڪوه لفظن جو انبار نظر نٿو اچي، مگر سادي تشبيهہ آهي، جنهن کي ٿوريءَ سمجهہ وارو ماڻهو بہ پوريءَ ريت سمجهي سگهي ٿو. جيڪڏهن فصاحت مضمون جي باريڪيءَ کي آسانيءَ سان بيان ڪرڻ آهي، تہ مراد فقير جي ڪلام جي فصاحت جو اسان کي قائل ٿيڻو پوي ٿو. همہ اوست جي خيال کي بہ ان ئي سادگيءَ سان ادا ڪري ٿو:

تــن پريــن، مــن پريــن، چــت پريــن، دل يــار،
انـــدر بـــاهر ســـپرين، وٽ نـــہ آهـــي وار،
اڪيـن منجهہ ”مـراد“ چـوي، بيـو ڪونـہ قريبـن ڌار،
جـاڏي ڪريـان نهـاري، تـاڏي سـڄڻ پسـان سـامهان.

گويا شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو رنگ نظر اچي رهيو آهي:

ڪـــاڏي ڪاهيـــان ڪرهـــو، جـــوڏس ڇتـــاٽو،
منجهـــي ڪـــاڪ ڪڪـــوري، مـَـــنجهي لـُــداٽو“
راٽـــو ئـــي راٽـــو، ريءَ راٽـــي ناهـــہ ڪـــو.

اهڙيءَ ريت، اسان کي مراد فقير جي ڪلام ۾ سنڌي شاعريءَ جي ضرب المثل سادگي نظر اچي ٿي. ان سادگيءَ جي نقش جي وضاحت هيٺئين بيت مان ظاهر ظهور نظر اچي ٿي:

چاڪي چتُ ”مراد“ ڪري، گهاٽو مَن گهماءِ،
ساري سُرت نِرت جا، ڏينهڪ ڏاند وَهاءِ“
تُهه تاري ڪڍ مَن مون، سِرنهه صاف پيڙاءِ“
تهان پوءِ تون لاءِ، لڳين تيل لقاءَ جو.

عبادت الاهيءَ جي لاءِ، مَن جي گهاٽي کي رات ڏينهن گهمائڻو آهي. جهڙيءَ ريت چاڪيءَ جي گهاٽي لاءِ ہن ڏاندن جي ضرورت آهي، اهڙيءَ ريت، هڪ مريد کي رياضت ۽ مجاهدي لاءِ سُرت ۽ نرت جي ضرورت آهي، جن سان دوئي ۽ شرڪ دور ٿي وڃي ٿو، ۽ دوئيءَ ۽ شرڪ جي وڃڻ سان خالص محبت الاهي ئي وڃي بچي ٿي. هڪ سادي ملڪي تشبيهه ڪيڏي نہ معنيٰ خيز بڻجي پيئي آهي. سندس آرزوءَ پري دعا بہ ايڏي ئي سادي آهي:

هادي هدايت جو، ڪو پيالو مون پيار،
مستي جا محبت جي، سا مون ڏات ڏيار،
وِسرُ ڪيم، ”مراد“ چئي، مَ ڪي مون وسار،
سَا ڪا نظرِ نهار، جنهن سان تنهنجي رنگ رچي رهان.

سندس ڪلام جي اوصاف جو جيڪڏهن تفصيل سان بيان ڪبو، تہ اهو سندس هر بيت جي تشريح تي پوندو. ان ڪري، هن تفصيل کي ڇڏي، مان سندس ”سي حرفيءَ“ جو ٿورو بيان ڪندس، جا پنهنجي حسنِ بيان ۽ زبان جي شستگيءَ سببان سنڌي زبان جو هڪ شاهڪار آهي. سي حرفيءَ جي ابتدا حمد سان ڪري ٿو. حمد بہ سادگيءَ پريل، جنهن ۾ حقيقت جو اظهار آهي:

الف- الله العَالمين، سارهيان سُبحان،
جنهن قادر ”ڪُن فَيَڪُون“ سان، جوڙين سڀ جهان،
خلافت خلق جي، ڪيائين آدم تي احسان،
تنهن روح وڌو رحمان، مَن روحي ”مراد“ چئي.

هن بيت ۾ انسان جي عظمت جو اقرار آهي، ”ڪُن“ سان دنيا جي آفرينش ٿيڻ کان پوءِ، ابن آدم کي زمين تي خلافت جو اعزاز عطا ٿيو. ان جي

اندر جو روح رکيو ويو، سو "روح ڪل" جو هڪ جزو هو. ان ڪري انسان اشرف المخلوقات جو دعويدار بڻجي پيو. هن شرف جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ، فقير مراد "انسان ڪامل" جو نقش اسان جي سامهون هيئن ٿو پيش ڪري:

ت- توبهه ڪر تَنَ ڪون، ڏينس ترڪ تمام،
پردو ڪڍ پرين ڪون، ننگ ناموس ۽ نام،
"مَن عَرَفَ نَفسَهُ"، پيو ڪيچ ڪون ڪلام،
جو آهي هي اسلام، محمدي "مراد" چئي.

تن آرائيءَ کان دور ٿي، اهو حجاب دور ڪرڻو آهي، جو ننگ ناموس ۽ نام جي پيچ ۽ خم ۾ اٽڪيل آهي. پاڻ کي اهڙيءَ ريت سڃاڻڻ کان پوءِ، خلقڻهار جي سڃاڻپ پيدا ٿي پوي ٿي. هيءَ حقيقت اسلام آهي ۽ هيءَ ئي حقيقت محمدي جو مقام آهي، جنهن بابت صوفين جو پختو عقيدو آهي، ته هن عالم جي ايجاد جو سبب حضور جي ذات مبارڪ آهي. ڇاڪاڻ ته ان خلافت جو شرف، جو آدم کي عطا ٿيو هو، ان جي تڪميل حضور جي ذات بابرڪات ۾ ئي ٿي آهي. حضرت خواجه محمد زمان سلطان الاوليا فرمائي ٿو:

عجب جهڙي آ، حقيقت حبيب جي
نڪي ڇئبو سو ڏٺي، نڪي مخلوقا
شفق جي ساڃاءَ، جامع ليل نهار ڪي.

جهڙيءَ ريت، شفق ڏينهن جو نور ۽ رات جي ظلمات جي وچ ۾ آهي، اهڙيءَ ريت حضور ﷺ ڪفر ۽ اسلام جي وچ ۾ ثالث جو مرتبو رکي ٿو. جيڪڏهن جهان جي تخليق جو باعث انسان جي شرف جو اظهار آهي، ته توحيد جو اقرار انسانيت جو معراج آهي ۽ انڪار تخت الثريٰ. ان حالت ۾، مراد فقير جيڪڏهن "حقيقت محمدي" کي سلامت رهڻ جو سفينو سمجهي ٿو ته ان ۾ حق بجانب آهي. هن محبت جي ڪيف جي جنهن چس چکي آهي، ان جي بابت فقير صاحب جو ارشاد آهي:

خ- خمر مون عشق جي، جنين چکي چَسُ،
ويا سيئي وسري، روح تنين جي رَسُ،
مٺايا "مراد" چئي، محمودي مجلس،
عام لنگهيائون لَس، وڃي مَحو ٿيا محبوب ۾.

حقيقت صاف آهي، جنهن جي تشريح جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. اهڙي ريت هيءَ سچي سي حرفي محبت الاهيءَ جو هڪ غيرفاني موقعو آهي، جنهن جي توحيد جو نقش هميشہ اجاگر رهندو.

مون پنهنجيءَ تصنيف "تذڪري" ۾، حمل فقير جي ڪلام مان انهن بيتن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ سسئيءَ ۽ سندس ساهيڙين جي گفتگو ڏني اٿم. مراد فقير، پنهنجي ڪلام ۾ "سوال - جواب سسئيءَ، " جو جدا عنوان رکيو آهي، جنهن ۾ هڪ وڻندڙ حقيقت موجود آهي.

حمل فرمائي ٿو:

آتڻ چڏي اڄُ، ائٽ اولاڻي نڪرو
موڪلائي مون ڪنان، روئي ڪريو رڄُ
هَي هَي هوت وني ويا، ڪانڌ مئيءَ جو ڪڄُ
هاڻي هت "حمل" چئي، ڏار ٽڪڻ ٽيو لڄُ
تنهن منهن ڇائيَ ڇڄُ، جا وَرَ ريءَ ويس ڪري گهمي.

ساهيڙيون جواب ڏينس ٿيون:

تڏهن ساهيڙين سڏڪي چيس، ڳوڙها ڳل ڳاڙي
هَي هَي وَڄُ مَ هيڪلي، سسئي تون ساڙي
هاڻي تِڪُ، "حمل" چوي، پَهَرُ ڪو پاڙي
تہ سيئي سياڙي، توسان هلون هوت ڏي.

سسئي جواب ٿي ڏي:

چئي صبح تائين سرتيون، ڪهڙي جوش جهلي
سسئيءَ ڪي سات ويو، سورن ساڻ سلي
جا هلڻي آهہ هلي، مون سان هينئر ئي هوت ڏي.

"حمل" هن سوال ۽ جواب جي سلسلي ۾ سسئيءَ جي بيقراريءَ جو نقش جنهن ريت ويهي ڪڍيو آهي، ان مانءُ سندس درد ۽ دل آسائي واضع طور نظر ٿي اچي. مگر مراد فقير جي سوال ۽ جواب جو رنگ ئي ٻيو آهي. ناصح ۽ سسئيءَ جو سوال ۽ جواب آهي. فرمائي ٿو:

تڙ تڙ تَڪ مَ تور، ڪيچ ڪچاڙي ڪي ويين
نڪي هاڙهي هوت ويو، نڪي حب، هنگور

موٽــي وڃ ”مــراد“ چئــي، پــوري منجهـــ پنيــور
نــاحق ڏيهـــ مَ ڏور، اَٽــي دل ۾ ديــرو دوســت جـــو.

سسئي جواب ٿي ڏئي:

عاشـــقن اِئيـــن، ڪيـــن ســـري ريءَ ســـڄڻين
موٽـــڻ جـــا ”مـــراد“ تـــون، ڪيئـــن تـــو ڏس ڏئيـــن
پيـــالو پريـــت جـــو، جـــي هٿئـــون هـــوت پئيـــن
تـــان جـــان ڪـــو ڏينهـــن جيئـــن، تـــان ڪوڪـــون
ڪرين قاف ۾.

فقير ”مراد“ جو مذاق ئي پنهنجو آهي. سندس سخن جو رخ هڪ پيغام جي حيثيت رکي ٿو. هن سوال ۽ جواب ۾ بہ هن حقيقت تان پردي ڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جا سندس ڪامياب فڪر جو نشان آهي.

سندس سرائڪي ڪلام بہ، سنڌي ڪلام وانگر رَسَ پريو ۽ فيض جو پندار آهي، اهوئي قلبي واردات جو جوش ۽ جذبو آهي. محبت جي سودي جي قيمت، سندس نظر ۾، عاشق جي جان جي قرباني آهي. جنهن جو اظهار هن جابجا ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

سر ڏيوڻ تان کهڙا سانگا، صوفي سوپ نہ ٿيوي،
وچ ميدان محبت دي، نت ”مُوتُوا“ موت مريوي،
سر سرواهہ سجن تون صدقي، تن من گهول گهتيوي،
يار ”مراد“ ماٽيسي سو، جو جنديان مر ڪر جيوي.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

جي تو طلب ملڻ دي سڄڻان، تان سرڪون نال نہ چائين،
اول علقئون ڪرين جدائي، پير پيچي تون پائين،
ڇوڙي خيال خام خودي دي، مين ڪون مار منائين،
جو جينديان سندي جاءِ نهين، بن مويان ”مراد“ اتائين.

صوفين جي نفيءَ ۽ اثباب جي گت ڪان علحده، هن ڳالهہ جو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو، تہ محبت بجاءِ خود هڪ عجيب حقيقت آهي. پتنگ شمع تي جلڻ لاءِ جيڪر ڪڏهن بہ تيار نہ ٿئي، مگر ان جي اندر شمع جي آگ کان زياده روشنيءَ جي لاءِ جلڻ موجود آهي، جنهن جي مقابلي ۾ آگ ۾ ٽپي پوڻ وڏيڪ

آسان ٻڌجي پوي ٿو. هيءَ هڪ اهڙو جذبو آهي، جنهن جي قدر ۽ قيمت جي خبر ان کي آهي، جو پنهنجي زندگيءَ کان ان جذبي کي زياده اهميت ڏئي ٿو. شاهه ڀٽائيءَ ۾ نوجوان جت جو واقعو ان جذبي جو هڪ مثال آهي. عرب جي حسن ۽ عشق جي داستانن ۾ اهڙا واقعا اسان کي ڪيترائي ملي سگهن ٿا. "اصمعي"، جو خليفي هارون رشيد جي درباري عالمن ۽ شاعرن مان هڪ هو، هڪ اهڙيءَ اکين ڏٺيءَ ڪهاڻيءَ جو ذڪر ٿو ڪري. هو لکي ٿو ته:

"هڪ ڏينهن مان سير لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتس، هڪ پٿر تي لکيل ڏٺم:

آ يا معشرالعشاق بالله خبروا

اذا حل عشق بالفتيٰ كيف يصنع

(اي عاشقن جا گروهه، خدا جي واسطي مون کي ٻڌايو ته جيڪڏهن ڪو ڪنهن تي عاشق ٿي پوي، ته ڪهڙي تدبير ڪري؟)

"اصمعي" چوي ٿو ته مون ان جي جواب ۾ لکيو:

يداري هواه ثم يكتم سره

ويخشع في كل الامور و يخضع

(پنهنجي خواهش ۾ نرمي آڻجي، پوءِ ڳجهه کي لڪائجي، سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ نياز ۽ ادب کي ڪم آڻجي.)

"اصمعي" چوي ٿو ته جڏهن مان ٻئي ڏينهن ويس، تڏهن ڏٺم ته ان شعر جي هيٺان هيو شعر لکيل هو:

فكيف يداري والهوي قاتل الفتيٰ

وفي كل يوم قلبه يتقطع

(ڪهڙيءَ ريت هو پاڻ کي ڇپائي، جو ته عشق جوانن کي قتل ڪرڻ وارو آهي، هر روز ان جي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهي آهي.)

"اصمعي" چوي ٿو ته مون ان جي جواب ۾ لکيو:

اذا لم يجد صبراً لكتمان سره

فليس له شيءِ سوي الموت ينفع

(پوءِ جيڪڏهن هن ڳجهه کي ڇپائيندي صابر ٿي نه سگهي، ته موت کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ فائدي واري ٿي نٿي سگهي.)

- "اصمعي" لکي ٿو تہ ٻئي ڏينهن مون وري ڏٺو، تہ هڪ جوان مئو پيو هو! مون کي ڏسي بيحد افسوس ٿيو. منهنجي جواب ۾ هيٺان بہ شعر اتي لکيل نظر آيا:

"ٻُڌم ۽ مون ان جي تابعداري ڪئي، ۽ مري ويس.... منهنجا سلام اُن شخص کي ڏجو، جنهن مون کي وصال کان محروم رکيو آهي! نعمتن وارن کي نعمتون مبارڪ ٿين، ۽ ويچاري محبت واري کي زهر جو ڍُڪ (صبر)!"

هي تہ مجازي محبت جي حالت آهي، پر حقيقي محبت جي جوش ۽ خروش جو ڪو اندازوئي نٿو لڳائي سگهجي:

خدا رحمت ڪُند اين عاشقانِ پاڪ طنيت را.

محبت الاهي جي جوش کي "مراد" مجازي محبت سان ڀيٽيندي، سنڌڙين کي هيئن ٿو خطابُ ڪري:

لاف مريندي لڄ نهين آوندي، عاشق نانءُ سڏيندا،
همت هندو دي زن جتلي، تون ڪاهر نهين ڪريندا:
اُو مَرَ پوندي مردي اُتي، تون دل دلبر نهين ڏيندا،
پر يار "مراد" مريسي سوئي، جو جيندي مر ڪر جيندا.

فارسي شاعريءَ جو شهباز، اَمير خسرو پڻ اسان کي ساڳيو مثال ڏئي ٿو:

خسروا، در عشقبازي ڪم ز هندو زن مباش
اُو براءِ مرده سو زد، زنده جانہِ خويش را.

(خسرو، محبت جي راند ۾ هندو زال کان گهٽ نہ پئہ: هوءَ تہ مردي جي لاءِ پاڻ کي جيئري جلائي ٿي!)

سَتِي لَڪڙيءَ جو رواج اگرچ انسانيت سوز ۽ مذموم طريقو آهي، مگر هندو عورت جي مستعديءَ کي وساري نٿو سگهجي. هوءَ تہ هڪ لاش جي مٿان پاڻ کي آگ ۾ اُجلائيندي ٿي رهي، جنهن جو مقصد اَدنا آهي. مگر عشق الاهي، جو هڪ بامقصد فريضو آهي، ان کان پنهنجي اکين کي ٻوٽڻ ڪڏهن بہ محبت جي راهہ ۾ معاف ٿي نٿو سگهي. ان لاءِ تہ اعليٰ عزم جي ضرورت آهي. "مراد" ان جي تلقين هيئن ٿو فرمائي:

اَول فرض نماز جنازه، عاشق ادا ڪريندي،
ڏيندي ترڪ تعلق سڀ ڪون، مر تڪبير مريندي،

چشمي عشق حقيقي دي وچ، سر ڏي وضو سريندي،
سي مشتاق "مراد" پهچي وت، ڪيهي قرض پريندي.

"مراد" اسان جي سامهون الاهي محبت جي تصوير "منصور" ۽ "سرمد" جي رنگ ۾ پيش ڪري رهيو آهي، جو هڪ ايڏو عظيم نقش آهي، جنهن جي متابعت ۽ تقليد تہ پري رهي، رڳو ڏسندي بہ بدن تي لرزو طاري ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن "مراد" انهيءَ منزل جو آشنا هو، تہ يقيناً هو پنهنجي دور جي ڪاملن ۾ شمار ٿي سگهي ٿو. هو محبت الاهي جو سادو پروگرام هيئن ٿو پيش ڪري:

جي ڪرين رياضت رب دي، تان تون صورت سمجهہ صفاتي
اول مال زڪوات ڏيوين، سر ڪر هٿ "لا" دي ڪاتي
روزا رکين غير ڪنون، تان عين ٿيون اُثباتي
جو حج حضور شريف اُتاهين، دل وچ پائين جهاتي
پڙهين نماز "مراد" مدامي، رهين ذڪر وچ ذاتي،
تان ملڪ الموت ڪنون جند ڇُٽي، حاصل ٿيوي حياتي.

اسلام جي چئن رڪنن کي طريقت اندر ڪهڙيءَ نہ خوبيءَ سان "مراد" سمايو آهي. نماز، روزي، زڪوات ۽ حج کان سواءِ، هو جهاد اڪبر کان بہ واقف آهي، جو آهي "ذڪر ذاتي." جيڪڏهن اهي شيون محبت الاهي جي طالب کي حاصل ٿي وڃن تہ هو واقعي ابدي حيات جو وارث آهي. اهڙيءَ ريت سندس سرائڪي ڪلام سچوئي سوز ۽ ساز آهي. محبت جي پيچيده راهن کان دور، هو صراط المستقيم جي صاف سطح تي پنهنجي ڪلام سان وني وڃي رهيو آهي. هو قرآن حڪيم جي ارشاد عالي، "لِمَ تقُولُون مالا تَفعَلُونَ" (اهو ڇو ٿا چئو، جيڪو نٿا ڪريو) کي پوريءَ ريت ڇاٽي ٿو. دنيا جيڪڏهن ابن العربيءَ ۽ امام غزاليءَ جي تصوف جي باريڪين جي مداح آهي، تہ "روحل" ۽ "مراد" بہ انهيءَ ئي راهہ تي گامزن آهن. ليڪن مٿين بزرگن کي سمجهڻ وارا حاصل ٿي نہ سگهيا، پر هنن جي ڪلام جي مٿان بيقدريءَ جو ايترو تہ لَٽُ چڙهي چڪو آهي، جنهن جي لاهڻ لاءِ هڪ مضبوط صَيقل جي ضرورت آهي. ڪاش، اهو صيقل ميسر ٿي سگهي!

مراد فقير جو هندي شاعريءَ ۾ وڏو درجو آهي. هن ان زبان ۾ تورا شبد، ۽ "پريم گيان" نالي گرنٿ لکيو آهي، جنهن ۾ عشق الاهي جي ذڪر کي نهايت عمدي پيرايي ۾ ڏنو آهي. "پريم گيان" متعلق دلپت صوفيءَ[1] جي راءِ آهي تہ:

"پريم گيان، ساکيات هيرن جي کاڻ آهي. منجهس هن پريم جي مهما اهڙي تہ ڪئي آهي، جنهن جي ساراهہ تي نٿي سگهي. هو بهو سکمنيءَ صاحب[2] جي سِڪ پيئي لهي."

هيءَ هڪ ان درويش صوفيءَ جي راءِ آهي، جو سنڌي زبان جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هن حقيقت کان بہ انڪار ڪري نٿو سگهجي، تہ "پريم گيان" تصوف جو هڪ بهترين رسالو آهي، جنهن ۾ پريم جي جوت کي شروع ۾ ستگر جي نگاهہ سان جاڳايو ويو آهي. فرمائي ٿو:

گرو ڪرپا تي اُپجي گيان،
تانتي پائيئي پد نربان.
گُرو ڪرپا تي ڪال نہ کاءِ،
جنم، مرن ڪا سنسا جاءِ.

(گروءَ جي مهربانيءَ سان سمجهہ حاصل ٿئي ٿي، ان کان پوءِ ئي نجات جو درجو حاصل ٿئي ٿو. جيڪڏهن گرو جي ڪرپا حاصل ٿئي تہ موت ڇاجو؟ ڄمڻ ۽ مرڻ جو خيال ئي هليو وڃي.)

ڇڻ ڪبير[3] جو ارشاد ٿي رهيو آهي.

برهہ جلنتي ديک ڪر، سائين ڪرپا ڪر آئي،
پريم بوند سي ڇڙڪ ڪر، جلتي لِئي بجهائي.

(محبت جي آگ کي جلندو ڏسي، ستگر مهرباني ڪري آيو: محبت جي قطرن کي ڇڙڪي، ٻرندڙ آگ کي وسائي ڇڏيائين.)

مراد، محبت جي وصف هيئن ٿو ڏئي:

پريم بنا جڳ ميت نہ ڪوئي، پريم بنا من پاو نہ هوئي.
پريم بنا آگياني انڌا، پريم بنا سڀ جوٺا ڌنڌا.
پريم پرڪاش "مراد" جو هوءِ، سُک اُپجي دک رهي نہ ڪوءِ.

---

[1] صوفي دلپترام، حيدرآباد جو مشهور سنت ٿي گذريو آهي. هو بہ ميرن جي آخري دور ۾ ٿي رهيو.
[2] گرو نانڪ جي هڪ گرنٿ جو نالو "سکمني" آهي.
[3] ڪبير، افغانن - لوڌين جي حڪومت جي دور ۾ بنارس ۾ ٿي رهيو، هندي زبان جو وڏو شاعر شمار ٿئي ٿو.

(محبت بنا جڳ ۾ ڪوبہ عزيز ٿي نٿو سگهي" محبت کان سواءِ دل
جي ورونهن ٿي نٿي سگهي. محبت بنا جاهل انڌو آهي، محبت
کان سوا بيو ڪار ۽ ڪم ڪوڙ آهي. محبت جو جلوو جيڪڏهن
"مراد" تي پوي، تہ سک ملي ۽ دک جو نالو ئي نہ رهي.)
پريم جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ مراد جي نظر ۾ طالب جي هيءَ حالت
بڻجي پوي ٿي:

سانت چتُ، پريم آنند سروپ، سڀ گهٽ ديکي اپنا روپ.
(دل کي سڪون ۽ محبت خوشيءَ جي صورت بڻجي پوي ٿي، ۽
پوءِ هر جاءِ تي ڪيس پنهنجي ئي صورت نظر اچي ٿي.)

هيءَ آهي "پريم گيان" جي اختصار پريل وياکياڻ. هنديءَ ۾ سندس چيل
شبد بہ ميٺاج ۽ رس جو مثال پاڻ آهن. انهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

(1)

سنتوبي ڪي آڪَتِ ڪهاٽي،
ڪنهن هڪ ڄاڻن هاري ڄاٽي.

1- نير بنا هڪ نجهر جهرت بن مڪ پيوٽا پاٽي،
پيوت آپئيا. پريم سک پايا بن رسنا رس ماٽي.

2- ڪر بن ڪرٽي آسن بن ڌرٽي بن پڳ پد نرپاٽي،
بن سروڻ ڌُن سمجهيئي سنيئي اگم آگوچر واٽي.

3- امورت مين هڪ مورت پر گهٽي بن نيوٽا درساٽي،
سيس بنا نت تانڪو نويئي شيوا سا پرماٽي.

4- ڪهئيا سنيا ڪو ئي پار نہ پايا اچرج هي حيراني،
ڪهت "مراد" مٽي جب ممتا جوت ۾ جوت سماٽي.

( اي درويشو، دوست جي ڪهاڻي ڪٿي نٿي سگهجي. اهوئي ان کي
ڄاڻي سگهي ٿو، جو ان جو واقف آهي.)

پاڻي بنا هڪ نهر آهي، جا وهي رهي آهي، ۽ وات کان سواءِ پاڻي پيئڻو
آهي. جنهن ان کي پيتو، ان کي محبت جو سک حاصل ٿي ويو. بن زبان جي
هن اُنَ ميٺاڄ کي ورتو.

جتي هٿن ڪان سواءِ ڪم ڪرڻو آهي، نہ نشست آهي، نہ زمين، بنا پيرن جي نجات جو درجو حاصل ڪرڻو آهي، بنا ڪن جي اُن خوشيءَ جي آواز ڪي ٻڌڻو آهي، جا ناممڪن ۽ اڻٽر حقيقت آهي.

جنهن جي ڪابہ صورت نہ آهي، ان مان هڪ صورت ظاهر ٿي، جنهن جو ڪوبہ مڪمل روپ نظر نٿو اچي. پنهنجو سر وڃائي ڪو اتي جهڪي، اهائي خدمت اتي درڪار آهي.

جنهن ٻڌايو ۽ ٻڌو، ان ڪي ان جو ڪوبہ سُراغ ملي نہ سگهيو، ڪيڏي نہ هيءَ عجب جهڙي حقيقت آهي "مراد"، جڏهن دوئيءَ جو هيءُ انديشو گذري ٿو وڃي، تڏهن روشني، روشنيءَ ۾ سمائجي ٿي وڃي.)

مراد فقير هن نظم يا گيت ۾ تصوف جي هڪ نڪتي کي دقيق فلسفيانہ رنگ ۾ پيش ڪيو آهي دوست جي وصال جي ڪهاڻيءَ کي اهڙي رنگ ۾ پيش ڪيو اٿس، جنهن کي "ايمان باالغيب" جو مشاهدو چئي سگهجي ٿو. پاڻيءَ بنا نهر، وات ڪان سواءِ پاڻي پيئڻ ۽ زبان ڪان سواءِ ميناج حاصل ڪرڻ، هي سڀ ناممڪنات ۾ داخل آهن. اهڙيءَ ناممڪن شيءِ کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪيڏي نہ ڏکيائيءَ جو سامهُــن ڪرڻو پوندو. اهوئي سبب هو، جو انهيءَ کي حاصل ڪرڻ ۾ شوق وارن سر جي قرباني ڏني.

(2)

آپ مون درسن پايا ري ساڌو، آپ مون درسن پايا!
هيرو آمول هي، تاسون لهر لڳايا.

1- چنچل چت نهچل پيو ميرو، لعل اَمر ٿئي ڪايا.
2- ٿئي ڪرپا تب بنڌن ٽوٽي، ستگور الک لکايا.
3- آشا ترشنا مٽ گئي من ڪي، ملي منگل مايا.
4- ڪهت "مراد" مٽي جب ممتا، سهجي سهج سمايا.

(اي درويش، مان "پاڻ" مان ئي دوست کي ڏٺو آهي.
هيءُ اهو قيمتي هيرو آهي، جنهن سان "مان" محبت لڳائي آهي. منهنجو بي آرام روح وڃي سڪون جي اندر پيو آهي، ۽ هي خوش خوش جسم غيرفاني بڻجي ويو آهي.

جڏهن ان جي مهرباني ٿي، تڏهن هي بندشون (دنيا واريون) ٽٽي پيون. سچي مرشد اَلک ڏيکاري ڇڏيو.
اُميد جي پياس دل کان متجي ويئي، ۽ خوشيءَ جي دولت حاصل ٿي ويئي. ”مراد“ چوي ٿو تہ جڏهن هيءَ دوئيءَ جو خيال مَٽيو، تڏهن خوشيءَ ۾ خوشي سمائيندي رهي.)

هن کان اڳ واري گيت يا شبد ۾ فراق جي تصوير کي چٽيو اٿس، ۽ هن گيت ۾ وري وصال جي خوشيءَ کي بيان کيو اٿس. مشهور صوفي شاعر، مغربي عليہ الرحمة سچ فرمايو آهي:

گويند ڪ ڪنہ ذات اُو نتوان يافت،
ما يافتہ ايم، ڪنهش مائيم.

(چون ٿا تہ ذات جو ڪجهہ معلوم ٿي نٿو سگهي، اسان ان کي لڌو آهي، ۽ اسين ئي ان جو راز آهيون.)

صوفي حضرات وڏيءَ جستجو کان پوءِ ان منزل تي پهچن ٿا، جو انهن جو وصال آهي، ۽ اهائي ڪائنات جي خالق جي ڪامل صفت آهي. حقيقت ۾ هيءَ وحدت الوجود جو آخري درجو آهي، پر ”مراد“ جي قول موجب، اهوئي هن منزل تي پهچي ٿو، جيڪو دوئيءَ جي فڪر کي مٽائي ٿو. جيڪڏهن هو ائين نہ ڪري سگهيو آهي، تہ پوءِ محمود شبستري، ”گلشن راز“ جي مصنف، جي راءِ آهي:

ترا گر نيست احوال و مواجيدمشو ڪافر بناداني ز تقليد

(توکي جيڪڏهن اها حالت ۽ هيڪڙائي ميسر ٿي نہ سگهي، تہ ڪنهن جي اجائي تقليد ڪرڻ سان پاڻ کي بيوقوف بڻجي ڪافر نہ بڻاءِ.)

سچ، محبت جي راهہ ڪا آسان شيءِ نہ آهي. ڪنهن جي مجال آهي، جو بنا ڪنهن حقيقت جي، سراپا جلال سان وصال جي دعوا رکي سگهي؟

(3)

ايسا ستگور گيان بتايا،
ممتا ڀاڳي، دوب ترايا.

| | |
|---|---|
| 1- ڪام، ڪروڌ، اهنڪار مٽايا | سيل سنتوک گهر آيا، |
| ”مين“ ڪا جب مول گنوايا | رام نام رنگ لايا. |
| 2- پوساگر پار اُتاريا | گور پُوري پکڙ چڙهايا، |

نريــو هويــا پُــــوءَ نهيــن ويــاپي　　انحـــد نـــاد بجايـــا.
3- ســتگر شــبد گــگن ڏُن لاڳــي　　ســـوين ڏئــــار درســـايا،
حـــد بـــي حـــد نـــا رهـــي ڪـــائي　　اُوَ گـــَــت الک لڪايـــا.
4- رنگ نـہ روپ نـہ صورت مـورت　　بـــن نينـــا ورســـايا،
ڪهت "مــراد" سُنو پائــي ساڌو　　گهٽ مين هــي او گهٽ پايا.

(سچي مرشد مون کي اهڙي سمجهہ عطا ڪئي، جو دوئي پڳي ۽ پڌنڊڙ کي تاري ڇڏيائين.

شهوت، ڪاوڙ ۽ وڏائي متجي ويئي، صبر ۽ قرار گهر ۾ آيم. جڏهن هٺ جي هستي پڇي پئي، تڏهن ذڪر الاهيءَ پنهنجو رنگ لاتو آهي.

سچي مرشد وڏي سمنڊ کان پار ڪري، هٽ ونني، محبت جي شهر ۾ پهچائي ڇڏيو. ڪوبہ خوف نہ رهيو، نہ وري ڪو خوف پيدا ٿيندو. هُــن وحدت جي ناد کي وڄايو آهي.

سچي مرشد جو اُچار آسماني آواز بڻجي ويو آهي، ۽ ڏهيـن دروازي (ترڪوٽي) ۾ ان جو نظارو آهي. حد ۽ لاحد متجي ويئي، ۽ هر حال ۾ الک ئي الک تو نظر اچي.

نہ رنگ آهي نہ بوءِ، نہ صورت آهي، نہ مورت، اکيـن ڪان سواءِ هن اُها نعمت بخشي. "مراد" چوي ٿو تہ اي درويشو، ٻُڌو، مون پنهنجي اندر ۾ ئي ان حقيقت کي پاتو آهي.)

متئيـن نظـم ۾، مراد فقيـر مرشد جي ضروورت تـي پنهنجي خصوصـي رنگ ۾ بيان ڪيو آهي. عارف رومي فرمائي ٿو:

قــال را بگـــذار مـــردِ حـــال شـــو　　پيش مردي ڪاملے پامال شو،
صد ڪتاب و صد ورق در نارڪـن　　خفتہ دل را يک دمي بيدارڪن.

(ڳالهين ڪرڻ کي ڇڏ ۽ عمل جو مرد بڻجي وڃ. ڪنهـن ڪامل مرد جي وڃي خدمت ڪر. سوُ ڪتـاب ۽ سوُ ورق جلائي ڇڏ، ننڊ ۾ پيل دل کي هڪڙيءَ گهڙيءَ لاءِ سجاڳ ڪر.)

طريقت جي مرحلي ۾ شيخ طريقت جو رتبو، قطب تاري وانگر آهي، جو رات جو اونداهيءَ ۾ ڀٽڪيل مسافر کي راهہ جي طرف رهنمائي ڪري ٿو. هيءَ حقيقت خود پنهنجو اعتراف پاڻ تـي ڪري. جيڪڏهن شريعت جي علوم جي

تربيت لاءِ هڪ ڪامل استاد جي ضرورت آهي، ته طريقت جي راهه لاءِ به هڪ اهڙي ڪامل جي ضرورت آهي، جو ان راهه جو پوريءَ ريت واقف هجي. معرفت ۽ حقيقت جي منزلن تي پاڻ تي اعتبار ڪرڻ، مقصد کي گم ڪرڻو آهي.

حافظ فرمائي ٿو:

قطع اين مرحله بي همرهيء خضر مکن،
ظلمات است و بترس از خطر گمراهي.

(ڪنهن خضر جي همراهيءَ کان سواءِ هن منزل تان نه گذر، ڇو ته ظلمات (بيخبري) جو پنڌ آهي ۽ واٽ ڪان ڪُواٽ وڃڻ جي خوف کان ڏچندو رهه.)

شيخ طريقت، سلف صالحين جي نگاهه ۾ "اولي الامر آهي، ۽ "اوليٰ الامر" ڪڏهن به بي راهه رويءَ جي طرف وٺي نه ويندو.

(4)

موري پيا کو سنيهو چا کهيو،
کيون نهين آوت، ڪاهي کو بيٺ رهيو.

| | |
|---|---|
| 1- مين تو تمري چيري | کاري نه ڪرتا ميري، |
| بالم بديس جاکي ڦيري | سڌ ڪيون نه لهيو. |
| 2- وينتي ڪرت تو هي | موهن ملادو موهي، |
| پل پل جائون تو پي | آکي مک دکيو. |
| 3- هس هس گرهه لگائون | من کي مراد پائون، |
| جب ملي دک پنجن | سندر ڪنئيو. |

بهرحال، مٿي مراد فقير جي هندي ڪلام جو انتخاب ڏنو ويو آهي، تنهن مان خبر پوي ٿي ته هو هندي زبان جو قادرالڪلام شاعر هو. هو فارسي زبان جو به وڏو ڄاڻو هو. ۽ مرحوم حاجي امام بخش "خادم" جي بياض ۾ سندس فارسي شعر جو انتخاب موجود آهي، جنهن جو ڪجهه حصو مون "تذڪري" ۾ ڏنو آهي. هت ان مان وڏيڪ چيزون ڏيان ٿو، ته جيئن ان انتخاب جي بدولت اسين سندس فارسي ڪلام جي نوعيت کان چڱيءَ ريت واقف ٿي سگهون.

غزل

| | |
|---|---|
| ساقيا ده شراب ناب مرا | که بر آرد همه حجاب مرا |
| گرچه ام الخباث مي خوانند | نيست ازين صواب مرا |

بطبيب عشق درد خود گفتم مي خور گفت در جواب مرا
در رهِ عشق بہ سبک ساري بار سر كرده اضطراب مرا
گر رود سر "مراد" رفتن ده
نيست پروا چنين حساب مرا.

ترجمو:

1- ساقي، مون کي شراب ڏي، جيئن اهو سيني پردن کي ڪٽي وٺي.
2- جيتوڻيڪ اُن کي "خرابين جي ماءُ" چيو وڃي ٿو، پر اُن سان منهنجو ڪوبہ واسطو نہ آهي.
3- عشق جي طبيب کي مون پنهنجو درد ٻڌايو، هن جواب ڏنو تہ خوب شراب پيءُ.
4- عشق جي واٽ ۾، باوجود تيزيءَ جي، اسان جي مٿان اُن بارَ پريشاني پيدا ڪري ڇڏي آهي.
5- "مراد"، جيڪڏهن سر وڃي ٿو تہ وڃڻ ڏينس، مون کي ڪنهن بہ ريت اُن جي پرواهہ نہ آهي.

غزل

دلم دریاست بے پایان ندارد هيچ ساحلها،
منم غواص گوهر جان ز صد دُردانہ افضلها.
نہ این دریائي از آب است، نہ آن دُرها صف دارد،
ولي دل مخزن آن گنجے بدست آرند اکملها.
ندارد همسري خورشيد تابان باتجلّي اُو،
کہ در هر مه بدر آيد نمي بينند اَحوَ لُها.
اگر باور نمي داري "وَفي اَنفُسَ" بيا بنگر،
کہ آن سالار دين فرمود در قرآن محفلها.
توئي خودبين اے نادان ز بعدش ماندۂ محروم،
وگر نہ در همہ حال آن، بتو ياورو شاملها.
چگويم وصف مظهر اُو برون از حد اوصاف ست،
چہ شد گر تو نمي بيني "مُرَادٌ" ان‌ديد در دلها.

ترجمو:

1- منهنجي دل اُن اونهي درياءَ وانگر آهي، جنهن کي ڪي بہ ڪنارا نہ آهن. مان روح جي موتيءَ جو ٿوبو آهيان. جو سَوَن قيمتي موتين کان بہ مهانگو آهي.

2- هيءَ درياءَ پاڻيءَ وارو نہ آهي، نہ وري انهن موتين کي سِپُون آهن، بلڪ دل اُن خزاني جي کاڻ آهي، جنهن کي ڪي ڪامل ئي هٿ آڻي سگهن ٿا.

3- انهن جي تجليءَ سان، چمڪندڙ سج بہ مقابلو نٿو ڪري سگهي. هر مهيني چنڊ تہ اچي ٿو، پر ان کي ٺيڏا ڏسي نٿا سگهن.

4- جيڪڏهن توکي مون تي اعتبار نٿو اچي، تہ پنهنجي اندر ۾ ان کي نهار (وَفِي اَنفُسِکُم اَفَلاَ تُبصِرون)، جو دين جي سردار قرآن شريف جي مجلسن ۾ ائين ٻڌايو آهي.

5- تون خود پسند آهين، ان ڪري ڪانئس پري رهجي ويو آهين، نہ تہ هو هر حال ۾ توسان مددگار ۽ شامل آهي.

6- مان سندس اظهار جي ڪهڙي ساراهہ ڪريان. سندس وصفن جي حد ۽ شمار نہ آهي. "مراد"، جيڪڏهن تون ان کي دل جي اندر نٿو ڏسين تہ ڇا ٿي پيو.

غزل

بدل اگر عاشق شوي، مردانہ شو، مردانہ شو،

شب روز در جولانگي، مردانہ شو، مردانہ شو.

از جاه جم همت طلب، مفتون مشو آب عنب،

تاچند باشي تشنہ لب، مردانہ شو، مردانہ شو.

دنيا عروسي پُر غدر، زين زن بود خوف و خطر،

اي ده طلاقش زود تر، مردانہ شو، مردانہ شو.

پيراهنِ تن را بدر، دروي نشان يوسف نگر،

جان، ديده دل کن بهره ور، مردانہ شو، مردانہ شو.

طوفان عشق انگيختن، کشتي بدر يا مي زدن،

بانوح همزانو شدن، مردانہ شو، مردانہ شو.

از عالمي بيگانہ شو، بايار خود همخانہ شو،

از خود "مراد" افسانہ شو، مردانہ شو، مردانہ شو.

ترجمو:

1- اي دل، جيڪڏهن تون عاشق ٿيڻ گهرين تہ همت ڌار. رات ڏينهن ڊک ڊوڙ ۾ آهين، ڪجهہ همت ڌار.

2- جمشيد جي پيالي کان همت وٺ، انگور جي پاڻيءَ (شراب) جو شوقين نہ ٿي. ڪيستائين پياسو رهندين، ڪُجهہ همت ڌار.

3- دنيا فريب ڀريل ڪنوار آهي، انهيءَ عورت مان خطروئي آهي. جيترو جلد ٿي سگهي، کيس طلاق ڏي، ڪجهہ همت ڌار.

4- جسم جي ڪپڙي کي ڦاڙي ڇڏ، اُن ۾ يوسف (دوست) جي نشان کي ڏس. روح، اک ۽ دل کي اُن سان ڀرپور ڪر، ڪجهہ همت ڌار.

5- عشق جي طوفان کي اُٿارڻ جو مقصد آهي، ٻيڙيءَ کي درياءَ ۾ ڦٽو ڪرڻ. حضرت نوح سان گڏ ٿي، ڪُجهہ همت ڌار.

6- جهان کان بيگانو ٿي، دوست سان گڏ رهہ. "مراد"! پنهنجو پاڻ افسانو ٿي، ڪجهہ همت ڌار.

غزل

بہ نيروئي قدرت چہ صنعت گري — کہ کس را نباشد بتو همسري
قلم قدرتت نقش بستہ بر آب — توہے مثل صورت جهان آفري
ز پشت اُوري نطفئہ در شکم — تو آن نطفہ را در شکم پروري
کہ پيش از تولد شدن آن پسر — ز خونے بہ پستان تو شير آوري
چو پرورده شد بچہ با عزو و ناز — نهي در دلش نور دانشوري
يلطفِ تو چون در بلاغت رسيد — بروي زمينش دهي سروري

چو از خود دهد رزق رازق "مراد"
تو از بهر روزي چرا غم خوري.

ترجمو:

1- قدرت جي طاقت جي ڪيڏي نہ ڪاريگري آهي، جو ڪنهن کي بہ طاقت نہ آهي، جو تنهنجو مقابلو ڪري سگهي.

2- تنهنجي قدرت جي قلم، پاڻيءَ تي نقش کي چٽيو آهي. تنهنجي صورت بيمثال آهي، ۽ جهان کي پيدا ڪندڙ آهي.

3- پُٽ ڪان نطفي کي پيٽ ۾ آڻين ٿو، ۽ اُن نطفي کي وري پيٽ ۾ پالين ٿو.
4- اُن ٻار جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾، ٿڻن ۾ رت مان کير پيدا ڪرين ٿو.
5- جڏهن ٻار تمام عزت ۽ ناز سان پلجي وڏو ٿئي ٿو، تڏهن اُن جي دل ۾ عقل جي نور کي روشن ڪرين ٿو.
6- جڏهن هو تنهنجيءَ مهربانيءَ سان بلاغت کي پهچي ٿو، تڏهن زمين جي مٿان اُن کي سرداري بخشين ٿو.
7- "مراد"، جڏهن تہ رازق پاڻ ئي رزق پهچائي ٿو، تڏهن تون پنهنجي روزيءَ لاءِ ڇو پيو غم ڪائين!

غزل

قدر خود را چرا نمي داني،
ذات قدسي، ڪمال انساني.
خود پرستي مکن ڪہ خود بيني،
ڪار ڪفر است در مسلماني.
اهرمن نفس را مقيد ڪن،
ڪہ توئي آصفِ سليماني.
عيب خود را اگر شناس شوري،
خود بخود دم زني "زمن راني."
در يقينت چو شد خودا ثابت،
"لِمنِ المُلڪ" خود همي خواني.
از خضر آب زندگي مَطلب،
ڪہ تو سر چشم آب حيواني.
ڪُنج عزلت گزين ڪہ خواهي يافت،
در گدائي "مراد" سلطاني.

ترجمو:

1- پنهنجو قدر ڇو نٿو ڄاڻين؟ تون پاڪ ذات آهين ۽ انسانيت جو ڪمال آهين.
2- پاڻ تي غرور نہ ڪر، جو اها وڏائي اسلام جي اندر ڪفر شمار ٿئي ٿي.

3- نفس جي ديو کي قيد ڪر، جو تون حضرت سليمان (نبي) جو آصف (وزير) آهين.
4- پنهنجي گهٽتائيءَ کان جيڪڏهن واقف ٿئين، تہ خودبخود "مان ڏنو" جو نعرو هٽين.
5- تنهنجي يقين ۾ جڏهن خدا ثابت ٿي ويو، تڏهن "ڪير آهي بادشاهہ" خودبخود پڙهين.
6- حضرت خضر کان پاڻي نہ گهُر، جو تون پاڻ آبحيات جو چشمو آهين.
7- "مراد"، گوشي نشينيءَ کي اختيار ڪر، تہ فقيريءَ ۾ توکي بادشاهي ملي ويندي.

---

# رباعيات

(1)

آب و آتش، باد و خاک از کہ زاد
در طبع آن اختلاف چون اُفتاد
جوهر اندر جسم آمد از چہ سود
باز گشتن اُو چہ بد حاصل "مراد".

(باهہ، پاڻي، مٽي، ڪنهن مان پيدا ٿيا آهن؟ انهن جي طبيعت ۾ ڇو اختلاف آهي؟ جسم جي اندر جيڪڏهن جوهر (روح) آيو تہ ڪهڙو فائدو. وري ان جي موٽي وڃڻ جو ڪهڙو مطلب؟)

(2)

از کعبۂ عشقبازان رخسار یار بہ
محراب پاکبازان آبرو نگار بہ
احرام عارفان همہ بستند گرد دل
گشتن "مراد" گر دل از حج هزار بہ.

(عشق وارن لاءِ ڪعبي کان دوست جو ڳل وڌيڪ آهي. پاڪبازن جي محراب کان، حسين انسان جو ڀرون وڌيڪ آهي. عارفن دل جي چوڌاري احرام ٻڌو آهي، ۽ "مراد"! دل جو طواف هزار حجن کان بهتر آهي.)

(3)

دِلا! پیرهن تن چاک چاک باید کرد
بر سرِ ایام خاک خاک باید کرد
آندم آمد کہ همي خواستم از روز وَصل
"مراد" دیدۂ جانان پاک پاک باید کرد.

(اي دل، بدن جي قميص کي ڦاڙڻ گهرجي. هن زماني جي مٿان ڌوڙ وجهڻ گهرجي. مان هميشہ دوست جو وصال گهرندو رهندو آهيان، مون کي دوست جي وصال لاءِ اکيون پاڪ ڪرڻ کپن.)

(4)

عشـــق در دل چـــو چشـــمۀ آبِ حيـــات
ميخـــورد خضـــر وقـــت در ظلمـــات
عشـــق عيســـيٰ دم است روح الاميـــن
بـــل "مـــراد" عشـــق قـــاضي الحاجـــات

(دل جي اندر عشق ائين آهي، جيئن آب حيات جو چشمو، جنهن مان خضر ظلمات ۾ ڪجهه پيتو هو. عشق عيسيٰ جو اثر رکندڙ ۽ جبرئيل آهي، بلڪ "مراد"! هي قاضي الحاجات آهي.)

(5)

ڪجـــا شـــد ســـڪندر، ســـليمان و جـــم
و آئينـــه، انگشـــتري، جـــام جـــم
ازان جملـــه حشـــمت نشانـــے نمـــاند
"مـــراد" گلـــے چيـــن، مخـــور خـــار غـــم

(سڪندر، سليمان ۽ جمشيد ڪٿي آهن؟ انهن جي آرسي، مُنڊي ۽ پيالو ڪٿي آهن؟ سندن دٻدٻي جو ڪوبه نشان نہ رهيو. "مراد"! گل چونڊ، ڪنڊن جو غم چو تو ڪائين.)

مٿيون انتخاب آهي، جو سندس فارسي ڪلام مان ڏنو اٿم. سندس ڪلام جي هن حصي ۾ بہ اُهوئي بيخوديءَ جو جوش ۽ خروش، ۽ اُهوئي حقانيت جو ساز ۽ سوز آهي. انسان جي پيدائش، فطرت جي صنعت جو وڏو ڪمال آهي. گوشت ۽ هڏن جو بيجوڙ مجموعو، پلجي، عقل ۽ حڪمت جي نور سان مالامال ٿئي ٿو، ۽ زمين تي سروري حاصل ڪري ٿو. هڪ باڪمال صنعتگر جو هن ڪان وڌيڪ واضع مثال ٻيو ٿي نٿو سگهي، "مراد" سچ ٻڌائي ٿو:

چـــو پـــرورده شـــد بچـــه بـــاعز و نـــاز
نهـــي در دلـــش نـــور دانشـــوري
بلطـــفِ تـــو چـــون در بلاغـــت رســـيد
بروئـــي زمينـــش دهـــي ســـروري

"مراد" هت بہ اُن "سروري" جو ذڪر ٿو ڪري، جنهن لاءِ ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:
قدر خود را چرا نمي دئي، ذات قدسي ڪمال انساني.

ڪمال انسان ئي سندس عظيم هئڻ جو دليل آهي، جنهن ڪان متاثر ٿي. سندس رتبو اڪثر مبصر هيئن ٿا ٻڌائين:

در يقينت چو شد خدا ثابت، "لمن الملک" خود همي خواني.

فقير "مراد" جي فارسي شاعريءَ جو تخيل سندس همعصر بزرگ سرمست سچل سان گهڻي قدر قريب آهي. سرمست هن جي باري ۾ فرمائي ٿو:

دلا! بيني جمال يار جاني، نمودار ست رخ در هر مڪاني.
بيامد يا رما در صد مظاهر، ز دريا موجها شد بيڪراني،
گهي در عشق گفتا "رب أرني"، گهي خود باز گفتا "لن تراني".

( اي دل! دوست جي جمال ڪي نهار، جو سندس چهرو هر جاءِ تي موجود آهي.
اسان جو دوست سون نظارن ۾ موجود آهي، درياءَ مان ڇڙ تہ اَٿاهہ موجون اُٿي رهيو آهن.
ڪڏهن تہ عشق ۾ چوي ٿو تہ "رب پاڻ ڏيکار"، ڪڏهن تہ چوي تہ "مان توکي ڪيئن ڏسي سگهان ٿو."

"ديوان مراد" ۽ "ديوان آشڪار" مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ ۾ جا صوفيانا لهر اُٿي، ان جي رهنمائي ۾ ڪيڏي نہ يڪسانيت موجود هئي. هيءَ منهنجي موضوع ڪان گهڻو پري آهي، جو مان ان تي پنهنجي تحقيق هنن ورقن ۾ پيش ڪريان. پر هن حقيقت ڪان انڪار تي نٿو سگهي تہ هڪ شمع مان، ٻي شمع روشن ٿيندي رهي آهي، جنهن جي روشنيءَ سنڌ ۾ هميشه اخلاق ۽ ڪردار جي بلنديءَ کي نمايان پئي ڪيو آهي. "حافظ" سچ فرمايو آهي:

ز انقلاب زمانہ عجب مدار، ڪہ چرخ،
ازين فسانہ هزاران هزار دارد ياد.

(زماني جي انقلاب ڪان عجب نہ ڪاءِ، جو هيءَ آسمان اهڙن افسانن مان هزارين افسانا پاڻ وٽ ياد ٿو رکي.)

ليڪن اڄ اهي حق جون صدائون، ۽ تربيتون ۽ محفلون ڪٿي؟ "تلکَ الاَيّام نُداولها بَيۡنَ النّاسِ" — اِهو وقت آهي، جو ماڻهن ۾ ڦيرائيندا رهون ٿا. زماني جي هيءَ نايڪسانيت، هردم حيات حاڪم جي لا زوال حڪومت جو غيرفاني دليل آهي.

---

## ڪلام جي ترتيب لاءِ هيٺيان نسخا ڪم آندا ويا آهن

الف دستخط:

1- مخدومي حاجي،امام بخش "خادم" (خ)
2- ماستر ٽانور داس سرڳواسي (ٽ)
3- بيراڳي فقير (ب)
4- غلام علي "مسرور" (غ)

(سندس نامڪمل بياض تان نقل ڪيل)

(ب) ڇپيل:

1- مسٽر بولچند راڄپال (سنڌو رسالو)
2- هريسنگ، بڪ سيلر، سکر.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرَحِيمِ

# توحيد جا بيت

(1)

جي تون صحيح سڃاڻين پاڻ، اَتِي قيمت سندو قطرو،
ڪوري ڪَڍ قلوب مان، مدائيءَ جو ماڻ،
پري نهارڻ [1] پَرَ ڪي، سندو ڇنن ڇاڻ،
نت سائين توهِي ساڻ، راتيان ڏينهن [2] "روحل" چوي.

(2)

صحيح سڃاڻج سچ، مُرج مَ ملامت ڪؤن،
گهِڙي پنهنجي گهٽ ۾، پرواني جيان پچ،
ماري ڪڍج من مان، ڪوڙائيءَ جو ڪچ،
رنگَ پِريان جي رَچ، رات ڏينهان "روحل" چوي.

(3)

جي لڳو اَتِي تان لاءِ، هينئڙو حبيبن سين،
پائي پيچ پريت جا، سپيريان ڏي ساهه،
وحدت ۾ تي واهه، "روحل" رَتي روح جِي.

(4)

جي لڳو آهين تان لڳ، پريان سندي پيچري،
من مؤن محبوبن جو، صحيح سڃاڻج سڳُ [3]،
ڇڏي جُونو جڳُ، وڃي "روحل" رڇج [4] رنگ ۾.

---

[1] نهار نہ (ج).
[2] رات ڏينهان (ب).
[3] پڳ (ب).
[4] رتج (خ).

(5)

پڙهيا بيد ڪتيب[1] جا، تا ڏين ڏورانهان ڏَسُ،
سي سچ سڄاڻن ڪينڪي، موهيا پَسي مَسُ،
راتيان ڏينهان "روحل" چوي، رڙهي تنهن ڪي رَسُ،
پيرَ پريان جو پَسُ، نائي ڪنڌ قلوب ۾.

(6)

پڙهڻ پُرجهڻ پاڻ ۾، وڏو فرق ڦير،
ڪاڏي منهن محبوب جو، ڪاڏي اکر اير،
ساڻ سَهائي سچ[2] جي، چا موافق ٿيندو مير،
جن صحي سڃاتو پير، "روحل" رات نه تن ڪي.

(7)

پڙهي پُرذو جن، سي عاقل عقل جا ڏٺي،
سي "مُوتُوا" تي محبت ۾، پلپل پرين پَسن،
تن تسليون تمام ڪيون، محب جن جي من،
"روحل" متان تن، لتا حرف حساب جا.

(8)

ڪاتب ڪاني ڪانهن جي[3] ڪاغذ تي مَ ڪاهه،
اکر جي اِدارڪ جا، تُهَن ۾ لکين لاهه،
قلم جو قلوب جو، متي وحدت واهه،
سپرين ڏي ساهه، "روحل" رَتي روح جي.

(9)

ڪفر ۽ اسلام ۾، تا پَرن اُبتا پير،
هڪ هندو بيا مسلمان، ٿيون وچ وڏائون وير،
انڌن اوندهه نه لهي[4]، تن ڪي سچ چوندو ڪير؟

---

[1] ڪتاب (خ).
[2] سچ (غ)، سمجهه (ب).
[3] جيان (ب).
[4] لڌي (خ) (ب).

پر "روحل" راهه پرين جو، جان گهڙي ڏنوسي[1] گهير،
تہ رب مڙني ۾ هيڪڙو، جنهن ۾ ڦند نہ ڦير،
سا ڪاڏي ڪندي پير، جا سُتي ڪعبة الله ۾!

(10)

نہ مون سُڌ نہ سار، اچي عشق اُتاريو اوچتو،
"روحل" چوي روح ۾، تن پرين جي پچار،
سي اکين[2] آيا سپرين، ياد ڪريندي يار،
ٺريا نيڻن نار، پَسي منهن محبوب جو.

(11)

نہ مون جَنِ نہ ڪَنِ، اچي عشق اُتاريو اوچتو،
"روحل" چوي روح ۾، محبت محبوبن،
سي ٿي سچڻ آئيا، تات جنين جي تن،
جيءَ جَڙِ لڳي جَن، سي سائينءَ ميڙيا سپرين.

(12)

جي نہ چاتم چاڻ، تہ وسين ويڙهي وچ ۾،
عشق جي اُهاءَ ڪي [3]، اچي پَرَ پَسايو پاڻ،
"روحل" رنگ پَسي ڪري، پِڳو ممتا ماڻ،
سائين سدا ساڻ، مون آچاٽي[4] تي اُجهيو.

(13)

بُڌان جان بيهار، تان تون اکين ڪان پي اوڏڙو،
"روحل" وسين روح ۾، وِٿَ نہ پانئيان وار،
جٺن جو سج صبوح جو[5] تو ڪري باغ بهار،
بيت نہ پانئجو ماٺهؤ! هي وحدت جو ويچار،
دل ۾ ڪيا ديدار، عشق جنين اکين سين.

---

[1] ڏنوسون (ب) (خ).
[2] اگڻ (خ) (غ).
[3] اُهاوُ تي (ب).
[4] مون اڳيان آٽي تي اُجهيو (خ).
[5] جٺن سو سنجهہ صبوح جو (ب).

(14)

جــن ڪــي عشــق انــدر ۾، تــن ڪــي اُڄ نـــ بـــڪ،
وحـدت منجهــ وصــال جــي، تــا سـدا مــاڻن ســڪ،
ڏور تنيـــن ڪـــان[1]، ڏڪ، جـــي ”روحـــل“ رتـــا روح ۾.

(15)

پنهنجـــون اڪيـــون پـــاڻ ۾، جـــوڙي رکيـــون جـــن،
ســي ســوءِ پيــرا ســاعت ۾، تــا پلپــل پريــن پســن،
تــن تحصيلــون تمــام ڪيــون، محــب جنيــن جــي مــن،
”روحـــل“ متـــون تـــن، لٿـــا حـــرف حســـاب جـــا.

(16)

وٽـــج وهـــائڻ ڪـــاڻ، چـــو وجيـــن ٻئـــي هـــَـــٽ،
توکي پـَــٽُ پٽيهـر پـانهنجو، اُتـي وٽـج مڙيوئـي وَٽ،
جنهــن ۾ نشــو نينهــن جــو، ســا ڪــا ڪونــي پــِـــٽ،
”روحل“ محبت مور نہ مـَٽِ، توکي سڪ مان ٿيندو سوجهرو.

## پورب جو سُر

(17)

جي ننگ چـڏي نانگـا ٿيـا، تـن نـانگن کهـڙا ننـگ،
گنگــا ۽ گرنــار جــا، تـــن ســامين ڇــڏيا ســـنگ،
نڪـــي واهــــن ســـگيون، نڪـــي چـــورن چنـــگ،
”روحـــل“ لڳـــو رنـــگ، تـــن لاهوتيـــن لقـــاءَ جـــو.

(18)

جي تـن ۾ تيـرٿ ڪـن، سـي گنگـا وجـن نــ گودڙيـا،
تـن سـامين سنديءَ سـڪ جـا، تـا دونهـان دل[2] دڪـن،

---

[1] توُن (غ).
[2] درد (خ).

پيــر ســـجاتو پــر جــو، لوچـــي لاهوتيـــن،
لڳـــو رنـــگ، ”روحـــل“ چـــوي، انـــدر آديســـن،
ڪوچـــي ڪـــاهوڙين، وجـــي اُونهـــي ۾ آســـڻ ڪيـــا.

(19)

اونهـي ۾ آسـڻ ڪري، وجـي مـاڳ لـَـڌائون مـُـور،
تن تي جا آنئي پهر اُڪنڊ ۾، تـا ڪن تنوارون طـُـور،
اُت ”روحل“ رات نہ ڏينهن ڪو، نڪو سـسُ[1] نـہ سـُـور،
وجي نـُـوري ڳـڌيا نـُـور، لنگهـي پيـا لاهـوت ڪـان.

(20)

نـائي ڪنـڌ ڪمـاه[2] ڪـان، جـن نهـاريو ناسـوت،
راتيان ڏينهان، ”روحل“ چوي، اُهي مـاڻن تـا ملڪوت،
پيــر ســجاڻي پـــرَ جـــو، جـــتا ۾ جبـــروت،
جوڳـــي جفـــائون ڪـَــري، لنگهـــي پيـــا لاهـــوت،
ســي آديســي اَوڌوت، وجـــي نانگـــا ڳـــڌيا نـــاٿ ڪـــي.

(21)

نانگـا ڳـڌجي نـاٿ سـان، وري پيـو پـَـهـُـ پيـونِ،
ســا ڳـُـٽيـــائون ڳـــالهڙي، جـــو ڳـُـــر ڏسُ ڏنـــونِ،
”لا حجـاب بينــِــي و بينـُـــڪ“، وڃـون سـڀ ويـونِ،
تهـون پـوءِ پيـونِ، وجـي پيونـد پيـچ پريـنءَ سـان.

(22)

ڪــو پـَــهـُ پيــو جوڳـئيــن، تــن ڪنيــون ڪڙائـــون،
جـــاترا جـــوڳ جـُــهار جـــي، مـــور نـــہ مجيـــائون،
سـا پـُـون سوجهيائون، جنهـن ۾ جـوڳ نـہ پـوڳ ڪـو.

(23)

ڪــو پـَــهـُ پيــو جوڳـئيــن، پـُــريا تنهيــن پـــارِ،
جـــت ڳنگـــا نـــہ گومتـــي، نڪـــو جـــوڳ جـُــهار،

---

[1] ستُ (خ).
[2] سامي ڪنڌ ڪمان ڪان (ت).

نہ ڪو ذڪر نہ فڪر ڪو، نہ ڪو سڏ تنوار،
نہ ڪا رات نہ ڏينهن ڪو، نہ ڪا جيت نہ هار،
لڳو رنگ "روحل" چوي، اُت آديسين اُپار،
جنهن جو آرُ نہ پارُ، وڃي تِت ڪيائون تڪيو.

(24)

برهہ ۽ بيراڳ جي، جن[1] جَڙَ لڳي منجهہ جيءَ،
سُوجهي سچ[2] سرير موئن، تن پريمن پاتو پيءَ،
مرڻ جيئڻ جو من موئن، تن سامين لتو سيءَ،
نات نماڻا تي، وڃي "روحل" رَتا رام سين.

(25)

جي رنگَ رَچي رام جي، لاهوتي ٿيا لعل،
سرِ ڏنائون سَٽَ ۾، ڪايا، مايا، مال،
ويا تن ڪان وسري، ڪوڙا سڀ خيال،
راتيان ڏينهان، "روحل" چوي، واليءَ ساڻ وصال،
سي نانگا سدا نهال، جن درسن پاتو دوس[3] جو.

(26)

ڪَهٽِي تان هرڪو ڪَهي، پر رهٽِي اوکي بات،
پڌري ٿيندي ذات، رهٽيءَ مان "روحل" چوي.

(27)

نَوَ نشانيون نُور جون، عاشقن آهين:
هڪڙي ويهن وانن تي، ٻيو ڪاٺ نہ ڪائين،
ٽيون سر سڀ ڪنهن اڳيان، ٽا نميو نوائين،
چوٿون ٻڌي ڪنن سان، وري نہ ورجائين،
پنجون پهہ پريںءَ سان، ٽا پَڪو پچائين،
ڇهون ڪُڇن ڪينڪي، ناتو نباهين،

[1] جن کي (غ).
[2] جوءِ سوجهيائون (غ).
[3] دوست (ب).

ستون سڪ سڄڻن جي، تا لنؤ لنؤ لڳائين،
اتون ڳالهه عجيب جي، تا واري ورجائين،
نائون نند نيڻن کي، تا جودؤن جاڳائين،
تڏهن سيبائين، "روحل" دوساڻي دربار ۾.

(28)

نڪا سڪ سمهڻ ۾، نڪو جاڳڻ ۾ جَسُ،
نڪي خير ڪَلڻ ۾، نڪي روئڻ ۾ رَسُ،
ذاتي ذڪر زباني، اهو ب اوري ڏَسُ،
من جو مرشد پَسُ، تہ "روحل" ملين روح الله سان.

(29)

ٽُبي ڏيئي پاڻ ۾، پَسان جان پيهي،
نڪو ملڪ، نڪا خلق، نڪي آسيئي،
آسين ڳوليون جن کي، سي پڻ آسيئي،
ٻي وائي ويئي، "روحل" هونگ پرين جي هڪڙي.

(30)

عاشق الاهي اِيا، جي قضا ڪين ڪرين،
نائي ڪَند قلوب تان، نمازون نيتين،
ڏين طوافون تن کي، مَڪو ئي منجهين،
"روحل" روح سندين، هر دم هوندو حَج ۾.

---

# متفرقہ

(1)

كنـــي كوڙهـــي كـُــوڙي، اُتـــِـي نيـــچ نمـاڻي،
سگَ سَــمي جي سون كئـِـي، سبِ جـڳ سيباڻـــِـي،
جنهـــن راءِ ريجهـــايو پــانهنجو، ”روحـــل“ ســا راڻـــي،
سا مـَــرُ مـَـركي مهاڻـــِي، كـانڌ جنهين جي كيچ ۾.

(2)

كـانڌ جنهيـــن جي كيچ ۾، ســا تـــي ســرون ســَـــر،
سمــي جــي سـهاڳ ســان، جنهـــن كــي آيــو نــام نظــر،
ســا مئـــيءَ منجهــون مــاڻهو تـــي، ”روحــــل“ چئـــي اُپــر،
سا ڇـو گهمـي گهـر گهـر، هـوت جنهـن جـو حمـايتي.

(3)

رب تيـــو راضـــي، تـــڏهن ســالك جـــو ســـنگ تيـــو،
كــاملَ جــي كــرم ســان، تـــي اَنـــك كــان آجـــي،
رهـــي نـــہ رتـــيءَ جيتـــري، ”روحـــل“ محتـــاجي،
نـــُـوري نـــوازِي، ڇـــام ســـي ڇـــاڻي ٻجهـــي.

(4)

جـي پـانئين جوڳـي تيـان، ڇـڏ جيئـڻ هـي جنجـال،
كـــارڻ قـــوت قـــرار جـــي، هتئـــون ڏئيـــن حـــال،
راتيـــان ڏينهـــان روح ۾، خـــام ڳڻـــي تـــو خيـــال،
اڄ ســـياڻي كنـــڌ تـــي، كڙكـــي اينـــدءِ كـــال،
هـــي مـــڏيون هـــي مـــال، كـــم نـــہ اينـــدءِ كـــڏهين.

(5)

ســـائين ســـاجهو ســـب جـــو، آهـــي راهـــہ رفيـــق،
آڏو آهـــي عشـــق جـــو، بيحـــد بحـــر عميـــق،
توحيـــدي طريـــق، ”روحـــل“ نـــہ سمجهـــي عـــام تـــو.

# سُر سهڻي

(1)

ڪَچي جي ڳنن جي، جنين چَري وَس،
سي پڪي پير نہ ڏينديون، تن کي چارو ڏي چَس،
"روحل" چوي تن جي، جيئري جايون ڪَس،
سي ليٽي پونديون لَس، تون مينهون پَسُ مَ مَتيون.

(2)

ڪَچو جي چارين، پيٽ چٽائي پانهنجي،
لالچ لڳي لوپ جي، وينديون نہ وارين،
"روحل" چوي ريج ۾، مينهون سڀ مارين،
هنجون سي هارين، توري گهٽي ڏينهڙي.

(3)

جن چلڻ سان چاؤ، سي مينهون پَسُ مَ متيون،
ڳانيون جي ڳچيءَ جون، سي ڪتين جيئري جاؤ[1]،
جڏهن ورندي واهُندي واؤ، تڏهن جائون پوندن جان ۾.

(4)

مانجي جيرا جن جا، پَڪي ڪيڙا پاڪ،
چارو سو چَرنديون، جو موريو مينهن ماڪ،
"روحل" چوي ريج ڪان، تن جي سَرهي سُڄي ساک،
سي تڪي ڏين نہ تاک، اندر اُجا جن جا.

(5)

پَڪو جي چَرن، تن جون مينهون پَسُ مَ ميريون،
اوسر اڇي نہ اُن کي، توڙي گاهہ بُرن،

---

[1] ڪانون جي ڪَچي جُون، ڪتيُن ڪِيري جاءِ. (غ).

"روحل" ريج نہ رنجيون، هُو جي ڦانڪين منجھہ ڦرن،
سي هڏين ڪين مُڙن، ڏُکائيءَ جي ڏک سان.

(6)

ڪاچو تا ڪَچِين، طنابي تِڪَ تاب مؤن،
آڻي لام منديءِ ۾، تا سَوَ سَنيون سارين،
"روحل" رائر تن جا، نالا پُڪارين،
جا ڪَچِي تا چاڙهين، سا پَڪي ٿيندي پڌري.

(1)

دنيا ڍونديي سے طالب کُتے، سينا مل کرتاٽي،
هڏي اُتے هوڏ تنهاندي، وڙهندے عمر وهاٽي،
اَنڌيان عشق اَلــهُ دا چوڙيا، پَئے ولوڙن پاٽي،
"روحل" راهه رباني باجهون، ٻي سڀ کوڙ کهاٽي.

(2)

حج حضور تنهين کون لکيا، سچ سک جنهين دي،
دل درياهه محبت دے وچ، تانگهن تانگهه تنهين دي،
رهن بيپرواهه هميشه، کيا پرواهه کنهين دي،
"روحل" رنگ رباني لاڳا، پُنني آس منهين دي.

(3)

کا يا ميت پريت کر، پٿر، اُتون محبت کلس چڙهائين،
من محراب سدا رک قبلے، جي تون شاهه ريجهائين،
پنج جماعتي پڙهن نمازان، هر دم سنجهه صباحين،
"روحل" روح کيتا مِل سجدا، حج حضور اتاهين.

(4)

چُـــکي دل دروني اندر، ٻنـي حَوض کوثر دي،
پُر کر پيتي شوق شرابون، وٺي عشق اَمر دي،
جنهن گهرکون مين ڍونديندي، گهٽي لَڌي تنهن گهر دي،
"روحل" رات ڳئي، دن پايا، صورت دلبر دي.

(5)

عشق چراغ ٿيا جب روشن، ٻني رات انڌيري،
گيان اَنجن وچ پاءِ اکين دے، اُلٽي کاڏي ڦيري،
جت ديکان اُت آپا- درسي، سڀ گهٽ صورت ميري،
"روحل" رات ڳئي، دن پايا، نا کو وير نه ويري.

(6)

چشـــما آب حيـــاتي دا، دل انــــدر حـــوض حضــوري،
سِر دے سودے پيندے عاشق، پريت جنهان دي پُـوري،
سے جينديان "موتوا" تي ڪر بيٺے، پايا سڪ صبوري،
"روحل" رنگ هڪ دے رتے، سے نُـور ملے وچ نُـوري.

(7)

چاڻ خودي تان خود ڪو پهچين، نال خودي خود پـائين،
اَهـ دوئـي وچ ديـدار سجن دا، جئـن درپـن وچ چـائين،
بنا ڪيف لطيـف نـہ لينـدا، سـُڻ تـان سچ آکـائين،
"روحل" رانجهن دل وچ وسدا، ڍونڍ نـہ سُـجيان جائين.

(8)

ايهـ سنسـار نڳـان ٺـڳ بـازي، اکيــن نــال ڏٺوســے،
ڏيـک تماشـا محـب ملـڻ دا، اهـو فکــر پيوســے،
چشـــما آب حيــاتي دا، دل انـــدر ڳـــول لڌوســـے،
دستون ساقي تيـا عنـايت، پـُـر ڪـر جـام پيتوسے،
"روحـل" وچ رنـدان دي مجلـس، نوشـهـ ڳـول لـڌوس.

(9)

تون درياهـ سَـير، مين مڇلي، تون سنگ سدا سهيلي،
تيـڏے عشـق بنـا جـڳ جيـوڻ، ڏکـي عمـر ڏهيلـي،
جـس ڪـون نينهـن لڳـا نوشـه دا، ومـے راج ڳهيلـي،
"روحل" راز صنم دا، جنهن تے ساماٽي سيج[1] سهيلي.

(10)

ڪـو جـو ڪـامڻ ڪيتـو، دلبـر بـاز برهـ بـَـچايو،
چُـپ چُـپاتي سُـتے ڪـون، گهـن دَستون پڪڙ جڳايو،
دل انـدر ديـدار ڪـيتو سے، وچڙيـا ڦيـرے مــلايو،
"روحـل" ريجهـ رهيـا رنـگ تيـڏے، اکيـن عيـن وِڪـايو.

---

[1] سهج (گ).

(11)

ڏتا ساقي شوق شرابون، پُر ڪر جام پيالا،
گَردش دور فلڪ دا سارا، مستَ ٿيا ڏک ڪشالا،
عشق خمار چڙهيا من ميڏے، سدا مگهن متوالا،
"روحل" رنگ رانجهن دا چوکا، چوڙ ڪيڙا منهن ڪالا.

(12)

ديدار دَروني اندر، پاءِ ڏني جب جهاتي،
ٽُٽا تاڙا، ڪلف ڪفر دا، ٿيا ذڪر گهٽ ذاتي،
اکڙيان، اکين رنگ لڳو سے، ڪليا باغ جَناتي،
"روحل" عشق پيالا پيتا، ڪنون وصال حياتي.

(13)

خانہ زاد ٻانهي جنهن در دے، تنهن ستي ڪيها ماٽان،
نال سائين دے ڪيهڙا ليکا، جنهندا پيٽا ناٽان،
عشق جنهن دا اندر آکے، لوٴن لوٴن وچ سَماٽان،
"روحل" آپ تنهن ڪو ڏتا[1]، جنهن هٿ جيءُ وڪاٽان.

(14)

آتِ سُندر، بَهہ رنگي مورت، من ميڏے وچ اٽڪي،
لڳا عشق، وسر ڳئي ڪايا، مِٽ ڳئي ممتا مَٽڪي،
جنهن دي سڪ سوئي شہ پايا، لٽڪ تَنهين دي لٽڪي،
"روحل" پريت لڳي تنهن دي، ڇُوٽي دل ڇُل چٽڪي.

(15)

چپ چپاتي ويڙهي دے وچ، ميڏا نوشہ آيا،
نہ مَين سرمُو سيندِ ڳُنڌائي، نہ مين چندن لايا،
لوٴن لوٴن دے وچ جهوڪ جنهين دي، ٿي راضي رنگ لڳايا،
مَين مت هيڻ نِماٽي دا، چا سائين پاڻ وسايا،
"روحل" راهہ فقيري دا، ڪنهن ڀاڳ پراپت پايا.

---

[1] ڏنا (گ).

(16)

اِهو رانجهن، اهو ماهي، اهو هير آکاٽي،
جيوين پاڻي وچون[1] تيوے پالا، نهين پالا اهو پاڻي،
سڀ گهٽ دے وچ تو نهين وسندا، لالن لامڪاني،
ٻَهه رنگي گهر نا مين ڪيلي، ديک دوئي شڪ نہ آٽي،
"روحل" راهه الک دا اوکا، گيان عينڪ گهٽ چاڙهي.

(17)

نہ نيهي لا ٻَهن جماعتان، نا اُستاد سڏاون،
دل درياهہ محبت دے وچ، رات ڏينهان تڙقاون،
جنهن دا درد تنهين دے درتے، نت اُسے آپ ڪُهاون،
سڀ صورت صاحب دي چاڻن، دُوئي دل نہ لاون،
"روحل" رنگ هِڪي دے رتے، سے سڀ ڪنهن سيس نماون.

(18)

جي نيهي وچ سچڻ دے، رات ڏينهان رنگ رَتے،
ڪَنون شوق شراب حقيقي، پي پي پيالي مَنگهہ متے،
دوزخ بهشت انهان توئن نيارے، نهين سيتل نهين تتي،
"روحل" رات ڳئي، دن پايا، گهول انذارے گَهتے.

(19)

جنهن ڪون نينهن لڳا گهر اندر، سا ڪيون ٻاهر وَتے،
جنهن ڪون تار برهہ دي لڳي، چرخي تند نہ گَهتے،
جا ڏيئي ڳل ٻانهن سُتي شَهہ سيتے، سا ڪيون[2] آتڻ ڪتے،
"روحل" رنگ تنهان دا ڳوڙها، جي عشق رگڻ رنگ رتي.

(20)

جَڏان تو ايهہ جيءُ ٻَئي ڪر ماٺيا، تَڏان تو راهہ سڄاتي،
وچ دَروني جهوڪ رانجهن دي، ڪول فُقل[3] ٻاءِ جهاتي،

---

[1] پيچ (گ).
[2] چرخا (گ).
[3] ڪلف (گ).

دل انــدر ديــدار ســچڻ دا، چشــما آبحياتـــــي،
"روحـل" پُــر كـر پيءُ پيـالا، ذات ملـي وچ [1]ذاتـــي.

(21)

جنهــان رمـز ربـاني لڳـي، سـي ئـي صـاحب اکيلے،
وحدت وچ وصـال تنهـاندا، كـرن نـال سـچڻ هـر ويلے،
دوئي دا داغ لٿا تنهن دل توئن، نت رات ڏينهان دے ميلے،
"روحــل" رات هجـر دي هٽـي، مليــا يــار سويلے.

(22)

سـهڻي صـورت ويكـڻ كـارڻ، عشـق لڳـا مـن ميـرا،
ســک ســچڻ دي آكـر لايــا، دل دي انــدر ديــرا،
پنج مورتي محكـم كيتي، گيـان گهٽـيءَ وچ گهيـرا،
"روحل" رات ڳـئـي دن پايا، مـِـٽ ڳـيـا سـڀ انڌيـرا.

(23)

ذات ملـي وچ ذات مـاهي نـال، تـڏان سـَـيا بـن آئـي،
انگ لكيا كاتب روز ازل دے، كس كون خبر نہ كائي،
نـال رانجهـن دے، حق آساڏا، تـڏان تــو محبت لائـي،
"روحــل" رمــز ربــاني لڳــي، يــا ڳ پراپـت پــائي.

(24)

كـايــا كــوٽ، دســين دروازے، دل دلبــر دا ديــرا،
لؤن لؤن دے وچ تـي خوشـحالي، كيتـا نوشـه ڦيـرا،
كـوڙي ســَـٽ گهتيـن دوزخ وچ، تيسـي سـچ نبيــرا،
"روحل" رات ڳئي دن پايا، مـــِٽ ڳيـا ســَـڀ انڌيـرا.

(25)

بيخبري دي نيند وچون، آ دستؤن پكڙكے دوست جڳايا،
وچ انذارے تي روشنائي، دلبر آ كے درس و كايا،
ذكر فكر دے جهڳڙے لٿے، سيج اُتے چڙهہ نوشه آيا،
ڏي ڳل ٻانهہ پيارے سُتے، سهج كنون چا انگ لڳايا،
هجر وصال كنون جند چٽي، "روحل" وچون روح الله پايا.

---

[1] وچ (گ).

# سي حرفي

الف اللہ ڪر ياد سدا، نت وحدت وچ گذارين،
جيوڻ دے هن چار ڏهاڙے، خام خيال نہ گهارين،
ايهہ دنيا ڏُوتـِي سپ جڳ موهيا، چيت چيلن مت هارين،
"روحل" راهہ فقيري دے وچ، غفلت مَنوُن وسارين.

بي بديان تون ڪرين سدائين، فرصت ڪرين نہ ڪائي،
مين وچ لـَلُ نہ ليکڻ ڪوئي، نکا ڪران ڪمائي،
تيڏے راج قـِران البيلي، وتان ٻانهن لوڏائي،
"روحل" راز خصم دا جنهن تي، جڳ سهاڳڻ سائي.

تي تن گهول گهتين دلبر توُن، سينا مول نہ ٽنگين،
جام شراب رندان دے هتوُن، پريم پيالا منگين،
چٽي جند جواب سوالون، تـُتے جهيڙے جنگين،
"روحل" راهہ رباني دے وچ، ڏينديان سر نہ سنگين.

ثي ثابت ڪر انتر يامي، جي تون عاشق ٿيوين،
شوق شراب رندان دي مجلس، پلپل دے وچ پيوين،
لهي هول حساب حشر دا، ٿير مُوا وَل جيوين،
"روحل" رات پرم دي پـَڇے، نيهي نانءُ سڏيوين.

جيم جهان دنيا دا طالب، چوڙ تنهين دي ياري،
حرص، هوا، تکبر ڪون، تڪ مارين ڪيبر ڪاري،
جنهان عشق اللہ چايا، تنهان تيڏي تاري،
"روحل" تي قربان تنهان توُن، جنهان ممتا ماري.

حي حضور هميشہ هر دم، پـُلے پـَرے ڊوندينده،
ڪامل مرشد ٻاجهون آنڌے، ناحق سڌ ڪرينده،
وچ اَنڌارے بنا روشنائي، ناحق هٿ مرينده،
"روحل" خصم جنهاندا جهولي، سُکي سے ئي جاليندے.

خي خالق دا خيال جنهان کون، مستي لڳے نہ مايا،
سے عاشق وحدت وچ وَرُوندے، وسري سندر کايا،
جي وت نينهن نماڻے کيتے، رات ڳَئي دن پايا،
"روحل" رتن امولک مليا، ڀاڳ پراپت پايا.

دال دمامان دل دے اندر، نر پئي[1]چوٹ چَلاوين،
پنج مواسي کايا دے وچ، محکم مار هٽاوين،
هو کا قير حقاني والا، نَنگري سک وَساوين،
پيچے "روحل" در دوستان دے، درسن بِکيا پاوين.

ذال ذرا کُچ تو بن ناهين، جهر جنگ تيڏيان جهوکان،
هکنان دے گهر حلوے سيرے، هکنان دے گهر سو کان،
سپ گهٽ دے وچ تونهين وسدا، سپ مين تيڏيان نوکان،
"روحل" کون تون آپ پِلاوين، پريم پيالا موکان.

ري رانجهن دي سک جنهان کون، هر دم رهے هميشان،
سهڻي سيج نہ پاوے تنهان کون، کيتے پريم پريشان،
سے عاشق صادق نَريوٗ نيهي، هٽکے رهن نہ خويشان،
"روحل" در دلبر دي بِکيا، پايا خير درويشان.

زي زاري وچ رهين هميشہ، تورڑے ملے دلاسا،
ايهہ جگ بازيگر دي بازي، رکين نا پرواسا،
ڏاڍے نال شراکت کيهي، کِن تولا، کن ماسا،
"روحل" تيءِ رضا تے راضي، پائين سُک سواسا.

سين سچڻ دا صحيح سڃاڻي، کَپيري وچ پيرا،
لوٗن لوٗن دے وچ جهوک جنهين دي، دل دے اندر ديرا،
سر سَرواهہ کرين چا صدقي، کيا لاڳے هُٹ تيرا،
"روحل" رات پرم دا پَچي، مِٽيا سے انڌيرا.

---

[1] نريوٗ (گ).

شين شتاب عمر وهاڻي، پيڇے کيا ڪريسين،
جوين دے وچ کنڌ نہ پايو، پلي هٿ مليسين،
نال سهيليان آتڻ دے وچ، کيها منهن گهن ويسين،
"روحل" خصم جنهين دي جهولي، سک سائي جهليسين.

صاد صبوري کر دل کوجين، جت سجن دا واسا،
ڏے سر بار برهہ دا چائين، مول نہ موڙين پاسا،
چندن ورکا[1] کليا وچ ويڙهے، کنهن کوت قرين اُداسا،
"روحل" رتن امولک مليا، پايا نيهن نواسا.

ضاد ضرورت مليا لوڙين، کوڙي چاڻ نہ چول،
کايا کوٺي کلف[2] کفر دا، عشق ڪُنجي گهر کول،
لوئن لوئن دے وچ جهوک جنهين دي، ڏے پٽکے گهر کول،
"روحل" روح رتن هي تيڏا، گيان ڪُنڌي گهت تول.

طي طالب مطلوب ملڻ دا، کر گهن ساجهر سعيا،
دل تيڏے وچ دلبر وسندا، مرشد راهہ بتايا،
جنهن دے درد ديوانے کيتے، سوشہ الله ملايا،
"روحل" روز ازل دا لکيا، چندر جهولي وچ پايا.

ظي ظاهر باطن سبي سائين، بيشک شرک نہ آٿين،
رک يقين ارادا سچا، جي چاٿين سک ماٿين،
کُوڙے هرگز جاءِ نہ لهسين، سَچيان سائين ساٿين،
"روحل" راهہ الک دا اوکا، گيان عينک گهت چاٿين.

عين عنايت کيتي ساقي، ڏتس پريم پيالا،
پيوڻ نال شراب طهورا، اندر تيا اُجيالا،
لوئن لوئن دے وچ تي خوشحالي، متيا ڏک کشالا،
"روحل" رنگ رباني رَتا، سدا مَگن متوالا.

غين کدين چا غير وچون، تان اُهو عين سڏيوين،

---

[1] چندن ورک (گ).
[2] قفل (خ).

کايا نقطي سڀ جڳ موهيا، ويک مطيع نہ ٿيوين،
آمر پيالا مرشد والا، سر ڳهٽي رک پيوين،
"روحل" وچ رندان دي مجلس، عاشق نانءُ سڏيوين.

في فکر ڇوڙيا جنهان، سي ئي فقير سڏيون،
هر دم رنگ رباني رتي، ڏکي مول نہ ٿيون،
نت نيهي ميخاني دي وچ، آمر پيالا پيون،
"روحل" رنگ تنهان دا ڳوڙها، "مُوتُوا" ٿي قبر جيون.

قاف قيوما کرم کننده، اسان تيڏي تاري،
عقل فکر دي چوپڙ رچيا، توپاسا جڳ ساري،
حکم رضائين تيڏيان چلن، رعيت کون ويچاري؟
"روحل" بازي تنهان جيتي، چاڻ سمجهہ جنهان هاري.

گاف گيان جنهان دي اندر، اُپريا سورج سارا،
پني رات پرم دي تنهان، متيا سڀ انڌارا،
چوڏهين طبقين تي روشنائي، کلينا گل هزارا،
"روحل" تي رب راضي ٿيا، پايا نينهن نظارا.

لام لگن دل اندر لڳي، ڏني صورت ساري،
پريم پيالا مرشد ڏتا، چڙهي عشق خماري،
جنهن دي سک سوئي شهہ پايا، من دي ممتا ماري،
مليا دوست متي دلگيري، "روحل" ملک تمهاري.

ميم محمد پيدا کيتو، کارڻ روپ ظهورا،
ذاتي روح تنهين وچ گهتيو، وائي انحد تورا،
گگن منڊل وچ بيٺي چوکي، چکي شراب طهورا،
"روحل" پُر کر پيءُ پيالا، مرشد مليا پورا.

نون نيسا هو رنگ تنهان، جي عشق الله دي رتي،
کنون شراب حقيقي، پي پيالي منگهہ متي،
مليا دوست لٿي دلگيري، کون وڇوڙي گهتي،
"روحل" جنهن تي نوشهہ راضي، سا کيون چرخا کتي.

واو وصال وڇوڙے دا هُڻ، دوڪا مول نہ آٹي،
چوڏهين طبقين هڪو سورج، سڀ گهٽ جوت سماٹي،
جيوين جل ۾ قري البيلي، جت ديکي تت پاٹي،
"روحل" رمز رندا دي مشڪل، ڪنهن هڪ ورلي چاٹي.

هي همراز هميشہ دلبر، پريم لدا وچ پيرا،
عشق چراغ ڪيتي روشنائي، مٹيا سڀ انڌيرا،
لنئون لنئون دے وچ ٿي خوشحالي، مليا محرم ميرا،
"روحل" ريجهہ رهيا رنگ تيڏے، ڪرے عبادت ڪيرا.

لام لقاءِ ڏيکڻ دے طالب، هر دم رهن حضوري،
هڪ پل پاسي مول نہ ٿيوَن، پريت جنها دي پوري،
مٹيا درد لٹي دلگيري، پائي سانت صبوري،
"روحل" ٿي قربان تنهان توئن، جي نور مليا وچ نوري.

الف اول آخر سوئي، ذاتي ذڪر فقيران،
در دلبر دے آپ ڪُهاون، بنا ڪاتي تڪبيران،
سر دے سودے عشق ڳڌوني، اهو پرچا پيران،
"روحل" روءِ تنهادے ڏٹيان، تن طاقت من ڌيران.

ي ياري ڪر عشق ڏتوئي، ڪيتا عين ڪرامت،
ويکون شاهہ قرون متوالي، لٹي من ملامت،
اُنذے ڪون ول اکيان ٿيان، مليا ايمان سلامت،
"روحل" ڪون هڻ منا لڳيا، تيرا نانءُ نعمت.

---

# سي حرفي

الف الله دے نالے ہاجھون، کوڙي اور کمائي،
دنيا ڏوتي سڀ جڳ موهيا، تيکون سمجھہ نہ آئي،
نال رزالي لائئہ ياري، ڏاريئہ چاڻ نہ کائي،
جنهن اِهين رن کنون منهن موڙيا، "روحل" راهہ حقيقي پائي.

بي بازي واه بڻائي صاحب، طالب طلسم والي،
کوئي سمجھے پُرش حقيقت، ساري اُلٽي چالي،
حال حقيقت حاصل کر گھن، جهوٽي قيل مقالي،
سر دے سودے ہاجھون "روحل"، لڳدي مشڪل لالي.

تي تات طلب رک هر دم دل ۾، طالب دلبر والي،
باطن هويا برحال جنهيندا، چاڻے نہ اٽکل ظاهر والي،
هر رنگ دے وچ ويکے ظاهر، قدرت قادر والي،
راز حقيقي ويکين "روحل"، کولين کِڙکي اندر والي.

ثي ثابت ہولي دلبر والي، باقي کوڙ کهاٽي،
هرجا وسدا حسَن حقيقي، چاڻ اِهوئي چاٽِي،
رمز حقيقت والي ظاهر، هِکو ڦوٽا پاٽي،
حال اِهو جے پاوين "روحل"، منزل اعليٰ ماٽي.

جيم جڏهانکر سر تے چايم، بار محبت والا،
حال عجائب سر تے آيا، هر دم حيرت والا،
هرجا راڳ رُبوبي ڳاوے، مطرب وحدت والا،
سڀ دي همت ناهِين "روحل"، چاڻے همت والا.

حي حقيقت حق دي هرجا، ڪڏان جلال تے ڪڏان جمال هويا،
هر رنگ دے وچ وسدا اُوهي، گرچ بيچون بيمثال هويا،

اُهندا درجا آکان کهڙا، جو حال حقيقت نال هويا،
محنت واليان نون آسان، "روحل"، جنهن کيتا اُونهال هويا.

خي خُمر حقيقت پِي کے طالب، خيال خودي دا کاوين،
بار برهه دا سر متے چاوين، غير نه اندر لاوين،
"الانسان سري وأناسِره، گيت محبت ڳاوين،
سر دا سودا کر کے "روحل"، وچ ميدان معرفت جاوين.

دال دمامے دردان والے، سر عشاقان وڄدے،
سُولي اُتي مشکن چڙهندے، ساجن ڏيک نه رَڄدے،
وير وروڌ نه چاڻن هرگز، صاحب صُولت سَڄدے،
"روحل" ڏيک بديان تون ظاهر، قرب والي اُو کَڄدے.

ذال ذکر فکر دے نال رهين، ايهه دنيا ذوتي چاڻين،
جڳ نون جُوٺي رول گهتيندے، وحدت ويسهه آڻين،
هر گهٽ جلوا دلبر والا، جي تون جوت پَڇاڻين،
"روحل" راهه حقيقت پا کے، رتبه اعلىٰ ماڻين.

ري رمز رُبوبي چاڻڻ والے، ذکر کماون ذاتي،
دم دم ويکن دلبر ڄيڄتے، پاکے اندر جهاتي،
ڇُٽ ڳَئي مام مجازي ساري، رهي نا صفت صفاتي،
"روحل" ڏونهين رُقبے اُهندے، چا نفي چا اثباتي.

زي زباني کلمان پڙهدے، مول نه معنىٰ چاڻن،
جنهان کلمان دل دا پڙهيا، سيج سُکان دي ماڻن،
"لا يُحتاج" گذارن هر دم، وائي اور نه واڻن،
وحدت دے وڻجارے بڻکے، "روحل" سر سڃاڻن.

سين سڃاڻن سر سڄڻ دا، اوکا بار اُناوڻ،
وحدت والي وادي اندر، مشکل پيرا پاوڻ،
سردا سودا کر گهن اول، پيچي راهه پُڇاوڻ،
"روحل" سب دي حاجت ناهين، کيميا قلب کماوڻ.

ش شهه رڳ کنون ييي کولون وسندا، دوئـي گهتيندے دوري،
سـيس نـوا کے انـدر ويکيـن، ظـاهر پريمـي پـوري،
هر گهٽ دے وچ رنـگ اُنهينـدا، نـاري هے يـا نـوري،
"روحـل" جيـوَن سـاکي ٻـاجهون، حـق دي ڳـال اُڌوري.

ص صـاحب دي يـاد کريـن، ايهـه سـاهه اُتے ويسـاهه نهيـن،
محبت والي راهه کنون ٻي، روشـن کوئي راهـه نهيـن،
ٻـار ملامـت سـر تے چـاوين، لـوک رُسے پرواهـه نهيـن،
"روحل" دامن عشق دا پڪڙين، اُس جيها شهنشاهه نهيـن.

ض ضـرورت تيکـون کهـڙي، ٻئنـا کـوڙ کمـاوين،
نـال ٻـران دے صحبـت تيڏي، انـگ ڀيـوت لڳـاوين،
اَمـل حيـاتي قـدر نـہ ڄـاڻين، نـاحق ويـلَ وڃـاوين،
"روحـل" نـانءُ الله دے ٻـاجهون، کوئـي خيـر نـہ پـاوين.

طي طـالب تـرک کريـن جـي، طمعـي تـال تمـامي،
هفـت ولايـت تيـڏے خـادم، ٻڻجـن صـاف سـلامي،
تـون صـاحب دا، صـاحب تيـڏا، رمـز نـہ ڄـاڻي عـامي،
"روحل" موت نہ مارے تيکون، جي هوئين عـرش مقـامي.

ظي ظهـورا ظـاهر هـر جـا، قدسـي ذات دا سـارا،
موجـا مـوج تلاطـم انـدر، پريـم گنگـا دي ڌارا،
کرگهـن حـاصل حـال حقيقـت، ول عمـر نـہ آسـي يـارا،
"روحـل" اکيـان کـول تے ويکيـن، کتے سـکندر، دارا.

عين عجـائب رمـز ربـاني، حـال حقيقـت والا،
جنهـن ڄاتـا ڄـاڻ محبـت دا، مـَکن قـرن متـوالا،
عشـق خمـار دے وچ گهـاري، کيـا گرمـي تے کيـا پـالا،
"روحل" گـم اگر مين هويا، وسر ڳـئے کشـٿ کشـالا.

غين غنـا دے صـاحب صوفـي، نظـر تنهـان دي عيـن عنـايت،
کيفي کيميا قلب کماون، هر دم چاهن عشق سلامت،

پـي طهـورا آبحيـاتي، مـاڻن نيهـي نينهـن نهـايت،
هر حالت دے وچ رهندے راضي، شامت آے يا راحت.

في فُقر ڪنون سڀ حاصل هووے، بے معنيٰ ايهہ دلگيري،
دنيـا اُتے ديـن گنوائيـن، ڪُـوڙي شـيخي پيـري،
سـاڌ سـڏاڪے مايـا ميڙيـن، ڪشـف ڪرامـت ميـري،
"روحـل" راهہ حقيقـت هـٿ ڪـر، بـاقي ڇـاڻ زهيـري.

ڪاف ڪتابين پڙهہ ڪے خـود ڪـون، سمجهيـن عـالم دانـا،
ڪـنز قـدوري ڪافيہ آسـان، مشـڪل محبـت معنـيٰ،
علم عقل ڪنون جو وَڏ ڳَئي طالب، اُو فرد فريد فرزانا،
"روحل" رمز محبت والي، سچ ڪـو ڄاڻے مـرد يگانـا.

قاف قـدر فُـقر دا ڄاڻے اوئـي، جـو رمـز رنـدي دا حـاصل،
موهہ ڪنـون جـو پاسـي هويـا، پـُرس اُهوئـي ڪـامل،
ڪامِـي ڪـُبـُڌِي اوديـا انـدر، رهنـدا هـر دم شـامل،
"روحل" ساڌ سنگت دے ٻاجهون، مـُڪتي من دي مشڪل.

لام لنوئن لنوئن دے وچ جهـوڪ جنهـان دي، آون يـاد سـدائي،
ظـاهر بـاطن ذڪـر تنهـان دا، اور نـہ وِٽـدي وائـي،
"فَـاذڪـُرونـي اَذڪـُر ڪـُم" دي، مرشد بـات بتـائي،
"روحـل" مـِليا يـار يگانـا، انـگ انـگ راحـت پـائي.

ميم مـوج محمـدي انـدر پـاتم، سـارا سـِر الاهـي،
رحمـت عـالم بـڻ ڪـے آيـا، ڏينـدا جـَڳ گواهـي،
عرشـون مـنزل بـالا تنهـن دي، جـِت اور نـہ پهـت راهـي،
"روحـل" اشـرف عـالم انـدر، بيشـڪ ميـڏا مـاهي.

نون نوبـت وجدي عشـقان والـي، پيـر اُتـانهين ڪـو پـاوے،
بـار برهـہ دا اوکـا ڏاڍا، سـر ڏے ڪے سـورهيہ ڇـاوے،
موهہ اَهڪنـار ڪنون ڪر پاسا، ڪـام ڪـروڌ ڪـون ڍاوے،
"روحل" مرڻا اڳے جوئي مَـردے، ول موت نہ انهان نون آوے.

واو ويکيـــن جنســـار حقيقـــت والا، مـــاهي هرجـــا حـــاضر،
گـــگن منـــدل دي گـــردش انـــدر، نقـــش اُنهينـــدا ظـــاهر،
گُـــل قُـــل جوت جمال دے شيدا، ذکر ذاتي وچ ذاکر،
"روحـــل" شـــک نـــہ آئيـــن کوئـــي، اِهـــو انـــدر بـــاهر.

هي هدايـــت حـــق دي بـــاجهون، جـــوڙ نـــہ کوئـــي جوڙيـــن،
چوراســـي لک پجـــري دا، سنســـا ســـارا توڙيـــن،
نرمـــل نُـــوري طوطـــي دا، حـــال حقيقـــت ووڙيـــن،
"روحـــل" رمـــز ربـــاني بـــاجهون، اور طريقـــا چوڙيـــن.

لام لنـــوَن لنـــوَن دے وچ لات لطيفـــي، اور نـــہ کوئـــي بولـــي،
پريـــم ســـاگر دِي چڙهـــدِي لهـــدِي، رهنـــدي هـــر دم چولـــي،
رتن املوک مِـــل گِـــيا مينون، يـــَر گَـــئي خالي جهولـــي،
"روحل" آنند هويا حاصل، پريـــم دي لـــگ گَئـــي هولـــي.

يي يقيـــن دي مـــنزل چـــاڙهين، عشـــق حقيقـــت، عشـــق طريقـــت،
عشق بنا ايهہ عمر اَجائي، عشق هِـــي عالم، عشق هي دولت،
چاڙ اِهين کنون منهن نا موڙين، عشق هي مذهب، عشق هي مِلت،
"روحل" قول اِهو نا فاسد، عشق عبادت، عشق هِـــي طاقت.

(1)

سڄڻ مون پاڻ پرکيو، رهيو اندر روح،
رهيو اندر روح، سنئيان، سنجهه صبوح.
1- اُچو ڪنديس آن جا، تاري متان تُوهه........
2- منهنجو من مڻي پيو، ڇڏي ڪارا ڪوهه........
3- وڻ تڻ وائي هيڪڙي، پريان جي پاٻوهه.......
4- سينگاريندس سنگ جان، ڏيئي روغن روح........
5- "روحل" رتو رنگ ۾، وينو ڪري ورونهه

(2)

پوءِ پروڙيم پنڌ، جيجان جوڳيئڙن جو.

1- نڪي ڏاهي هليا،
نڪي جوڙيائون هنڌ، وو...

2- نڪي وڃائن مُرليون،
نڪي چوريائون چنگ، وو...

3- نڪي ڏوتائون ڏوتيون،
نڪي ڏوتائون لنگ، وو...

4- نانگا نڪتا ننگ موئن،
تن نانگن ڪهڙو ننگ، وو...

5- لڳو لاهوتين جو،
"روحل" توکي رنگ، وو...

(3)

سانول تنهنجي سڪ، ڏاڍي شهر پنيور ۾!

1- ڳجهيون ڳالهيون شهر پنيور جون،
لوڪون ڪر لڪَ...
2- راتيان ڏينهان روح ۾،
چولي ڪيو چِڪَ...

3- سـر ڏئـي سـُـرڪي سـي پيـن،
وَتـيءَ ۾ پـڪَ پـڪَ...

4- "روحـل" روح الله سـان،
وجـي تيـو هـڪُ هـڪُ...

(4)

ڏونگر ڇا ڪندو، جبل ڇا ڪندو،
جڏهن پئي آهيان حبيبن هنج ۾.

1- بيحاليءَ جي مڪان ۾، راس ڪونہ رهندو—
سچو امر الله جو، واٽ وٺي هلبو.

2- جاني هن جهان ۾، وت رتُ روئندو—
حيلا ڪيم هزار، وريو ڪونہ ورندو.

3- "روحل" روءِ نہ ايڏو، هل پيرين پنڌ ڪندو—
پلصراط جي واٽ، لحظي ۾ لنگهندو.

(5)

ڪنـڊڙيءَ ۾ ڪلتـار ڏنوسـي، رانجهـو رمـزن وارو يـار.

1- "وَفِي انفسڪُم افلاتُبصرون"، مخفـي هـي اسـرار...

2- رمز رندن جي ڪوڪو پرکي، برهہ جـو بـاري بـار...

3- وحـدت واري واٽ وٺـج تـون، وِتـي نــہ آٽــج وار...

4- "روحل" رهجان رمز انهيءَ ۾، بي سپ ڪوڙي ڪـار...

(6)

ماهي ميڏا مير تي آيا، سَنڌ سَنڌ وچ مل جيءَ جڳايا.

1- ڏيو مبـارڪ مـل مـل سنيان، گود حبيب دي آن ڪے پئيان،
وه ميـڏا، ميـن اُهنـدي تيئـان، ديکيا درس، بهت سُک پايا.

2- انـگن آيـا پريتـم پيـارا، بـاجي نوبـت نينهـن نقـارا،
لُـون لُـون وسدا مليـا چٽڪـارا، سُـن سُـن ڏُن پريت گيت گايا.

3- مين آياٽي نينهن ڪيا چاٽـان، نال نماٽي دے ڪر نا ماٹـان،
"روحل" دے تون ساهہ سيبـاٹان، مين بانهڙي ڪون چاگل لايـا.

(7)

نینھــــن لگـــا مــــن پیـــارے دا،
پیـــــارے دا، کلنگـــــي وارے دا.

1- بنھان لوکان نون مت مَـریندا،
عاشق قتل نظارے دا...

2- چند کـڙیا سارا عالم ویکي،
سین ڍیکان رُخ پیارے دا...

3- ھر دم جنبان چ کُس رھیا ھے،
ھکوئي گُل ھزارے دا...

4- "روحل" رَب ھجر دي ڳیئي،
ڍوندِ لڌا گھر سارے دا...

(8)

لگـڑا بـاڻ مـاھي دا مـن وچ، ھـو حیرانـي کڑیـان.

1- خوني دو چشمان یار میڈے دیان،
زور دونالیان لڑیان...

2- درد مندان دے مارڻ کیتے،
فوجان حسن دیان چَـڑھیان...

3- "مین" دا کوٹ کَـیڈتے اٹکن،
بَـھَـن جگر وچ وڑیان...

4- "روحل" روپ رانجھن دیان رمزان،
پا کر پیچ اُتائین اَڑیان...

(9)

یار طبیبا، وے میان، دوست طبیبا وے میان،
تیـڈي ڳالھیان مـول نـہ پـاوین.

1- سُول ھي میکون یار سجن دا،
نبضان نون ھٹ نا لاوین، یـار طبیبا...

2- اگڻ عجیبان دے ویندے،
ھیٺا حــــال سٹاویـن، یــار طبیبا...

3- ٻُکيان ڦَکيان ہے کون ڏيوين،
مين کون محب ملاوين، يار طبيبا...
4- ڦکيان تيڏيان فرق ناکريندیان ......
ناحق هرج نہ لاوين يا طبيبا ...
5- آکے "روحل"، رب حسينن دے،
درسن پاک وکاوين، يار طبيبا...

(10)

ايهے دل ڍولڻ سائين، جند وچوڙا سهندا ناهين،
اکيان سکندي ويکڻ کيتے، کول گهونگهٹ چا سائين.

1- تو بن دل ہے درماندي،
سيج سُتے نيٹان نند نهين آوندي،
کَڙ رستي اُے پچان پانڌي،
ٻولے ٻولے کانگ اُڏائين.
2- کنهن سياڳي سَڏ سُٹايا،
جان جاڳان تان جاني آيا،
اکيان ويک ماهي ڳل لايا،
شادي مَين کيد هُڻ ڍول وجائين.
3- عشق سوداگر اهِ کم کيتا،
سر دا سودا رانجهن نيتا،
"روحل" آءَ مليا مَن ميتا،
ڏے ڳل ٻانهن سدا سک پائين.

(11)

سُهيلڙي عاشق تيوان، ميڏے دانا وے،
عشق الله دا مشکل پوندا.
1- عشق الله دا اوکا آٹانگا،
نهين رکدا سر دا سانگا،
خون جگر دا پيوان—
عشق الله دا مشکل پوندا.

2- جوڳ جڳت وچ آهن جاڳا،
سُرت دي سُئي، ڏيان دا ڌاڳا،
گيـــان گـــودڙي ســـيوان—
عشــق الله دا مشــڪل پونــدا.

3- "روحل" آکے مست موالي،
درد وندان دي ھے، اهائي چالي،
جيئنـدے مـَـر ڪـر جيــوان—
عشــق الله دا مشــڪل پونــدا.

(12)

سئنيان ڙي مين اِيءَ نہ ڄاتا ڄاڻ، وسندا دل وچ.

1- مين متوالي ٻاهر ڍونديندي،
جهنگل روھ پئي ووڙيندي،
شهر رانجهن دے ڪاڻ- وسندا دل وچ.

2- لوُن لوُن وچ ھے جهوڪ جنهيندي،
ڳالھ نهين ھے چوڻ آکيندي،
او ميڏاڃ، مين اُهندي هاڻ- وسندا دل وچ.

3- پانچ سَـکي مِـل منگل ڳايا،
"روحل" رات ڳئي دن پايا،
چوڙيا ممتا ماڻ — وسندا دل وچ.

(13)

اکئيــن پريــم پيــالا، ڪــا جــا ســَـکيان چــالي.

1- جيت ويکيـان اُتے موهني مـورت، مـاهي ميـڏے والــي...
2- لوُن لوُن وچ ھے جهوڪ جنهيندي، جاءِ نهيـن ڪـا خـالي...
3- جنهن دل اندر ديدار نہ ڪيتا، ڪــاڏا نــانگڻ ڪــالي...
4- "روحــل" رنــگ ربــانــي رتــڙا، درجــا پاتــا عــالـــي...

(14)

لوڪ آکے ہے "روحل" ہولیندا،
ڪوئي آکے ہے ذات زنگيجا:
نهين "روحل" نهين ذات زنگيجا،
اي ڪو سرِ الاهي ہے.

1- ڪفر اسلام ڏونهان توڻ نيارا،
جيوين جَل دے اندر ڏيکن تارا،
دل دريا وچ کيڏ اساڏا،
جيوين پاڻي وچ ماهيُ ہے.

2- ڪيئي ڪوڙا ڪيئي سچا سڏيندے،
رمز رندي دي نهين سمجهيندے،
اُو ڪيا ڄاڻن حال اساڏا،
جنهن دل داغ سياهي ہے.

3- ڪامل مرشد راهه بتايا،
"روحل" وچون روح الله پايا،
آخر ذات ملي وچ ذاتين،
ڏيندا عشق اوگاهي ہے.

(15)

ماهي وسندا دل دي نيڙي،
گهول گهتان تنهن تون کيڙي.

1- ساڏي پيت سُهاون جائين،
جت وسندا رانجهن نيڙے،
نِت ويکان سنجهه صباحين،
طعنے ڏيندے ڏکي پيڙے.

2- ميڏي دل وچ تيڏيان جهوکان،
ڏر دي، لُک نہ سگهان مين لوکان،
لڳڙيان عشق تيڏيان دي نوکان،
تئن بن مُول نہ پاون ويڙهے.

3- سيج اُتي چڙهہ نوشهہ آيا،
سهج ڪنون چا انگ لڳايا،
جنهن دي آهر سو شهہ پايا،
لڳي محبت ڪون بِـگيڙے.
4- دلبر دل دي ڪـِڙڪي ڪولي،
لـُک چوراسي دي سمجهي بولي،
"روحل" چندبِ پيا وچ جهولي،
ٺـُـٽي سياليان دے جوڻے جهيڙے.

(16)

ســـــئنيان ميـــن نـــون ايويـــن پـــــاوے،
چڙهـــ عــرش ڪرســي تــے درســن دڪــاوے.
1- تن من دا مين ڪَـران، وچاڻان
سيــج پـِيئـا چڙهہ آوے...
2- پانچ سـَـڪي مـِل منگل ڳاوے،
هير مـاهــي در پــاوے...
3- "روحل" روح دا مليا ماهي،
ڪيڙان دي ڪوڙي دعاوے...

# معرفت

(1)

سا مَــن[1] سـک[2] "مـراد چـوي، جـا پـر پتنـگن،
اچـن اَجـَــلَ سـامهان، سـِــرَ جـو سـانگ نــ ڪـن،
جـن کـي مـوت مشـاهدو، سـي رَتــي ڪيــن رهــن،
سـاعت سـين نـــ سـهن، پـاڻ برابـر پـِــرَ جــي.

(2)

جــي اچيــن تــان اچ، اَتـِـــي اچ "مــراد" مشـــاهدو،
پـــَـئـــي پروانـــن جـــان، رنـــگ پريـــان جـــي رَچ،
پـَـسي موت مَ مَـچُ، اَتـِـي سـِـرَ جي ساتي سـُـپرين.

(3)

جــي ٻــارين تــان ٻــار، انــدر باهـــ برهـــ جــي،
متــي مــچ، "مــراد" چئــي، ڪـئــي پتنــگن پچــار،
تـ جيئري جانب نـ مـِـڙي، توڻـي حيلا ڪريـن هـزار،
دوســاڻيءَ درٻــار، تـــا مـــُـوا ڪـــن مشـــاهدو.

(4)

جــي اچيــن تــان آءُ، اَتـِـــي اچ "مــراد" مشـــاهدو،
پئـُـ تـــون پروانـــن جـــان، متــي عشـــق اُهـــاءُ،
ترس مَ پـَـسي تاءُ، اَتـِـي سـِـرَ جي ساتي سـُـپرين.

(5)

محبـــت جـــي ميـــدان ۾، ڏيـــڻ ســـر ثـــواب،
جـــو آڏو عجيبـــن کـــي، آهـــي هئـــڻ جـــو حجـــاب،

---

[1] سامين (غ).
[2] سک (غ).

مَرُ تہ تئيِن، "مراد" چوي، محبوبن جو باب،
جئن سو گل گلاب، تِي[1] پيش چُڪايو پاتشاھ.

(6)

جي تون عاشق آهئين، وجي سور وِهاءِ،
سدا سِڪ پرين جي، اندر رُوح رِهاءِ،
اکين منجهہ "مراد" چئي، ڪر جانب جي جاءِ،
پل پل ۾ پيو پاءِ، سُرمون سپرين جو.

(7)

جي تون سچي ساھ، آهي سِڪَ پرين جي،
تہ مُڙج مَ ملامت ڪون، هيءَ رهبر اَتِي راھ،
پُڌي ٻوڙو تيءَ تون، ڪَنين وجهہ ڪپاھ،
ڪُڇ ڪنهين سان ڪينڪي، جا وڻي سا واھ،
صبر ريءَ صلاح، ٻي ڪانهي مُور، "مراد" چئي.

(8)

جي تون سِڪَ پرين جي، تہ ناحق ڏور مَ ڏور،
"هُوَ الاول، هو الآخر"، جيئن سو نيٺين نور،
"هُوَ الظاهر، هو الباطن"، هر دم آهہ حضور،
ٻيا سي فند فُتُور، ماري ڪڍ، "مراد" چئي.

(9)

مُئن جي مت، "مراد" چئي، هنئين آڻ مَ هَڏ،
ياندو يَج يَرم جو، هي نِڪرُ نوڪي چڏَ،
تہ ڪُنير ڪَچئين گڏ، توڪي ٻيهر ٻاري ڪينڪي.

(10)

مُئن جي مَتِ، "مراد"، چئي، تون هنئين هَڏَ مَ آڻ،
سو نڪر نوڪي چڏ تون، جنهن ياندي پِيَڙو ياڻ،
تہ ڪُنير ڪَچئين ساڻ، توڪي ٻيهر ٻاري ڪينڪي.

---

[1] تئن (غ).

(11)

هڪ وار نہ ڏنئي يار، تو وايون ڪرين وصال جون،
ڪَيئي نہ قطري جيترو، دل اندر ديدار،
لاڦون اڳيون لوڪ جي، تو هٿين لک هزار،
"لَعنت الله عَلَي الڪاذبِين"، هيءَ ڪوڙن سين ڪار،
جي پُڇئي تہ پار[1]، نہ تہ مني ماٺ، "مراد" چئي.

(12)

جئن سو سهس سمند ۾، لهرين[2] لک هزار،
تئن وحدت جي درياهہ مان، تيو پيدا سڀ سنسار،
چمڻ مرڻ "مراد" چئي، پَسُ پاڻيءَ جو پارُ،
بيو ڪونهي ڏٺي ذار، آهي سڀ گهَٽ نُور نِسهرو.

(13)

ڪَهٽي ڪَهي سيڪو، پر رَهٽي ڪين رهن،
ذات نہ پُرجهن پانهنجي، تا ٻڌيو بات بَڪن،
سي مَنَ ميرا "مراد" چوي، لڪيا ڪين لڪن،
توڙي ڪوڙين مَڪَر ڪن، تہ بہ پارين آهن پڌرا.

(14)

جن کي عشقَ جاڳائيو[3]، سي نيٽين ننڊو ڪئن ڪَنِ،
پِي پيالا پُر تيا، هٿئون حبيبنِ،
صورت سُپرين جي، اٺ ئي پَهر پَسنِ،
"مراد" مرادون تن، پِرَ گڏجِي پوريون تيون.

(15)

جن کي منجهہ معراج، آهي حَج "مراد" حضور جو،
سي مَڪي جا محتاج، ڪامل تين ڪينڪي.

---

[1] جي ٻولين تہ پاڙ (ب).
[2] لهريون (غ).
[3] جڳائيو (ب).

(16)

وحدت جن وجود، آهي ڪعبو تن جو ڪوڏيو،
سي ڪنهن کي ڪَنِ سجود، جي پاڻ "مراد" مَکو ٿيا.

(17)

دنيا ڪارڻ دين کي، تو ورسيا وسارين،
ڪِتِي بازي بانورا، هٿين تو هارين،
ماري مَن "مراد" چئي، جي وحدت ڏي وارين،
تہ هوند جاڏي نهارين، تاڏي سَچڻ پَسين سامهان.

(18)

تَنِ پرين، مَنِ پرين، چِتَ پرين، دل يار،
اندر باهر سُپرين، وِٿَ نہ آهي وار،
اکين منجهہ "مراد" چوي، پيو ڪونہ قريبين ڏار،
جاڏي ڪريان نهار، تاڏي سَچڻَ پَسان سامهون.

(19)

تون آهين تئن پرينءَ سان، جئن پاٽي ۾ ماڪُ،
قوڙائو، فراق، توتي ڪونهي مُور، "مراد" چئي.

(20)

تون آهين تئن پرينءَ سان، جئن پاٽي ۾ پارو،
هيءَ پَسُ مَ پَسارو، جو آهي مڙو[1] محب، "مراد" چئي.

(21)

آئن پهرن مان پهر، ۽ پاءَ پَهر کان پي ڪر،
گهبَڙي تان گهٽو تئي، جي دُرس ڪٽي هڪ دَم،
تہ هوند لَهنِين گوندر غم، محشر جا "مراد" چئي.

(22)

اکر پڑهي سيکو، نُقطو پڑهي نہ ڪو،
ورق جو وصال جو، ساري سِکي نہ ڪو،

---

[1] مڙئي (غ).

معنـيٰ كـارڻ "مـراد" چئـي، هـٿ هٿنـدو پـو [1]،
وائـي تنهـن كـي وو، جنهـن دوسـت نـہ ڏنـو دل ۾.

(23)

كـَنز، قـدوري، قافيـہ، تـوڙي پڙهيـن نحـو صـرف،
توهہ مـُلن كـان "مـراد" چئـي، اِينـدءِ كيـن الـف،
جنهن كي هاديءَ ڏنو حرف، تنهن كي علم سڀ عيان ٿيو.

(24)

حـاجي مـَـكي هليـا، ۽ تـا عاشـق عـرش وجـن،
هُـو سير [2] پسي سرها ٿيا، هـُـو تا حج حضور پڙهن،
هن تـَنَ مـَنَ منجهہ طواف كيو، هُو تا پورا پِـت پـَسن،
سي انڌا سانڻ سـَڄن، كئن موافق ٿيـن "مـراد" چئـي.

(25)

هـك عـابد بـاغ بهشـت لئـہ، تـا يـاد عبـادت كـن،
بيـا طـالب طريقــن ۾، مــُـوڙها پـَـسُ منجهــن،
كـي قلبي، روحـي، خفـي، اخفـا، سـري نـا سمجهـن،
مهندان محب "مراد" چئـي، تـا حيـف حجـاب وجهـن،
پـر آءُ قربـاني تــن، جــن هــي پـردا قــاڙي چـڏيا.

(26)

"لا" كــي لاٿــو جــن، ۽ ثــابت كيــو اثبــات كــي،
ســي عاشــق اولا ۾ آيــا، تــا نـــت نمــاز پڙهــن،
سي ذاتي ذات كي ويجها ٿيا [3]، تا سنمك سجدو كن،
سي هر دم پرين پـَسن، جي "مـُوتـُوا" ٿيا "مراد" چئـي.

(27)

هــادي! هدايــت جــو، كــو پيــالو مــون پيــار،
مســتي جــا محبــت جــي، ســا مــون ذات ڏيــار،

---

[1] پوءِ (غ).
[2] سج (ب).
[3] ذوالوجهين (ب).

وِسرُ ڪيم "مراد" چئي، مَ ڪي مون وسار،
ساڪا نظرَ نهار، جنهن سان تنهنجي رنگ رَچي رهان.

(28)

ڪلمو پڙهي سيکو، پر پُرجهڻ پري ٿيو،
پڙهي جن پُرجهيو، تن ڪينو ڪين ڪيو،
"انااحمد"، "مراد" چوي، وحدت منجهه ويو،
وجي تِت پيو، جِت حَقَ حقيقت هيڪڙي.

(29)

ڪلمون قلوب ۾، سي هردم حق پَسن،
وجي وحدت ۾ پينا، پرَتا سا پرين،
ري الله اڪين ۾، بيو قطرو ڪين سهن،
"مراد" مرادون تن، پِرَ پَسي پوريون ٿيون.

(30)

چڙهي چيتن رنگ، لُنءَ لُنءَ ۾ لالي،
خاوند ريءَ خالي، سُئيءَ پاهو نه ڏسان.

(31)

هئڻ ساڻ الله، عيش نه عيشن جهڙو،
ڇاجي روءِ زمين جي، شاهي ڪري شاهه،
پر تنهن کان بهتر آهه، هڪدم هئڻ هوت سان.

# سُر سهڻي

(1)

جنهن کي عشق اُتاريو، سا سانگو ڪري نہ ساھ،
موٽڻ تنهن کي ميهڻو[1]، پَسي دور درياھ،
جهَلي رهي نہ جهول ۾، ڏي لهرين مٿي لاھ،
ساهڙ جي صلاح، وجي ملي مُنڌ، "مراد" چئي.

(2)

مَٺي مَتي مهراڻ جو، نہ ڪو آر نہ پارُ،
لهرين ليکو ناھ ڪو، اُونهو جت اَجهار،
اَڻ تاريءَ کي تار ۾، جئن تارين تئن تار،
منهنجي ساڻ ميهار، ڪج ملاقات "مراد" چئي.

(3)

تون تارين تان تار، هيءَ اَڻ تاري مهراڻ ۾،
لکين لهريون لَسَ وهن، اويارون اوتار،
جت ڪَپَر ڪُنُ ڪڙڪا ڪري، بيو آڏي بجهي بارِ،
اُتِ[2] پرين لنگهائج پارِ، ڪَج مون مُهت "مراد چئي.

(4)

سَيَرُ سائر هيڪڙو، لهرين لک هزار،
"تون" جلي هن تار مون، پَلي ويهہ پچار،
مَرجيو، "مراد" تي، پيهي ويهہ پاتار،
تان نائي نيڻ نهار، تہ منجهيئي موتي لَهين.

---

[1] مهڻو (غ).
[2] هُتِ (ب).

(5)

نـــ آورار نـــ پـــار [1]، نڪـــو ســـاهڙ ســـــــيرَ ۾،
ڇـــا ڪـــي ڇولـــيءَ ۾ گهڙيـــن، اَتـــــي مـــَــنِ ميهـــار،
توهـــي[2] ۾ تڪـــرار، آهـــي مـــُــنڌ! "مـــراد" چئـــي.

(6)

تـــو هـــي[3] منجهـــ مهـــراڻ، تـــو ۾ مـــاڳ ميهـــار جـــو،
دلبـــر اَتـــــي دل ۾، ڇـــو پـــاڻيءَ وجهيـــن پـــاڻ،
وينـــي ڪـــر قريـــب ســـان، انـــــدر روح رهـــاڻ،
تو ساهڙ توئي ساڻ، آهي سي ڪنهن مهل "مراد" چئي.

(7)

جنهـــن ســـيبائي ســـاڻ، ســـيڻهـ ڪنئيـــن ســـچ جـــي،
لهـــر نـــ لـــوڏي[4] تـــن ڪـــي، جـــا گهـــوري گهـــُـري پـــاڻ،
محبـــت جـــو مهـــراڻ، تـــــو تـــاري اڻ تـــاريءَ ڪـــي.

(8)

جـن ڪـي سيڻهـ سچ جـي، ســي تـــُرهي تـــات نـــ ڪـــن،
ڪـــدين نـــ ڪـــاڻ ڪنيـــار جـــي، پيلـــي تـي نـ پـُـلن،
رکـــي روح رضـــا تـــــي، تـــا طـــالب تـــار تـــَـــرن،
ســـي محبتـــي مـــِـڙن، وجـــي محـــب ســـاڻ "مـــراد چئـــي.

(9)

پيلـــي تـــي مَ پـــُـلاءِ، جـــو ڪچـــي مـــان ڪيـــن تئـــي،
توهـــ تنهنجـــو تـــُــرهو، تـــو لهريـــون لـــَــسَ لنگهـــاءِ،
کهڙو پـــَـوءِ پـــَـريـــُــنِ جـــو، جـــن بيـــڙي باجهـــ سنداءِ،
اچي پرين پاڻ پَساءِ، ڪر مون تي مـــُـهت "مراد" چئي.

---

[1] نـ أو آر نـ پار (ب).
[2] تونهين (غ).
[3] تونهين (غ).
[4] اوڏي (غ).

(10)

تَــرج ڪيــم تــَــرسُ، محبــت جــي مهريــاڻ[1] ۾،
پيچــائيندي[2] پـــرَ ڪــي، خــوف مَ پــانئج خـَـسُ،
وينـــي مـــاڻ "مـــراد" چئـــي، روز رهـــاڻيون[3] رَسُ،
تـون پـاڻ پـُـرجهي پـَـسُ، جـو اُتـي سـاهون سـاهڙ اوڏڙو.

(11)

مـري جيئـن تـان مـَـنگَ، پيـالو پريـت جـو،
نهوڙينـدءِ نڪـرڀـان، اُتـي نينهـن نهنـگَ،
تـاڻي نينـدءِ تـار ۾، وجهـي وحـدت ونـَـگَ،
تون ڏيندي سِر مَ سنگ، تہ پسين محب "مـراد" چئـي.

(12)

جڏهن سـُـئائين سانير، تڏهن سانير تـي سهٽيءَ ڪـي،
وَتــوُن ور اُتــي ڪــري، وجــي پئـــي ويريـــن ورَ،
جا گهڙي ڪـَـر ڪـُـنن ۾، تنهـن جي قـادر لهـج ڪـَـرَ،
سـا نيئـي ميـڙ ميهـَـر، منجهـون مهـر "مـراد" چئـي.

---

[1] مهراڻ (غ).
[2] پهچائيندي (ب).
[3] ڏهاڙي (ب).

# بيت سوال - جواب سسئيءَ جا

سوال:

تَتڙ تَتڙ تڪ مَ تور، ۽ ڪيچ ڪچاڙي ڪي وجين؟
نڪي هاڙهي هوت ويوءِ، نڪي حَب، هنگورو،
موتي وچ "مراد" چئي، پوري! منجهه پنيور،
ناحق ڏيهه مَ ڏور، اَتي دل ۾ ديرو دوست جو.

جواب:

عاشق ائين، ڪين سَري ري سڄڻين[1]،
موٽڻ جا "مراد" چئي، تون ڪئن تو ڏسَ ڏئين،
پيالو پريت جو، جي هتئون هوت پئين،
تہ جانڪو ڏينهن جئين، تان ڪوڪون ڪرين قاف ۾.

سوال:

قاف ڪچاڙي ڪاڻ، تي ڪوڪون ڪرين قرب[2] لئہ،
جن پرين لئہ پنڌ ڪرين، سي تان توهي[3] ساڻ،
موٽي وچ "مراد" چئي، اوڳي منڌ اَچاڻ،
پيهي نهارج پاڻ، اَتي دل ۾ ديرو دوست جو.

جواب:

جي دوست پنهنجي دل ۾، سڄڻ ڏنو جَن،
ويهڻ تِنن ڪي وهُ تيو، نڪي سُڪ سمهن،
موٽن ڪئن "مراد" سي، محب جنن جي مَن،
هڪ تات نہ اتي تن، بيو اُڪنديں آڏو ورين.

---

[1] سڄڻان (ب).
[2] ڪوڪون ڪرين ڪانڌ لئہ (ب).
[3] توهين (خ).

سوال:

اُڪنـــدين آڏو وريـــن؟ ســـنئون ڏنوســـون ڏس،
محبتـن "مـراد" چئـي، شـل گهـوري لڳـي مَ ڪَـس،
دلبـــر اتـــــي دل ۾، رڙهـــي تنهـــن ڪـــي رسُ،
تہ جڳ پڻ چيئـي[1] جَـسُ، هوت بـہ ڳڏجئي هـُـتهين.

جواب:

جَـسُ تنيـن ڪـي لِـڪيو، جـي جـودون جهـد ڪـن.
گهـِــڙي لڏائـون گهـَــٽ ۾، ســندو پيــر پريـــنِ،
وَهــہ پيـــا وحـــدت جـــي، بيـــون ڏنـــائون بـــن،
تـن سک نــہ ســالڪن، ويــا هــي- هــي ڪنـدا حـق ڏي.

سوال:

هي - هي هـِنئين ۾ ڪجي، تـون بـاهر بـات مَ بـَـڪُ،
"الانســـان ســـرّي وَ اَناســـرّه"، ســـاري پڙهــہ ســبق،
"نحن اَقـرب اِلـيہ مـِـن حـَبلِ الـوَريد"، واري پـس ورق،
تــہ هـاري! توڪــي حــق، هــوت بــہ ڳـڏجي هـــُتهين.

جواب:

جي هـُتهين هوت تيوم، تان پي ڏاڍي ڪنهن ڏک مڙي،
"اَلَسـتُ بِرَبّـِڪـُـمْ"، "قـــالوا" ڪـــن پيـــوم،
"ڪـُــل شـــيءِ قديـــر"، ســـٽي ســـڪ ويـــوم،
تهـــان پـــوءِ تيـــوم، پســـڻ پـــارُ پريـــنءَ جـــو.

سوال:

جي پسـين پـار پريـن جـو، تـان رڙهـج متـي راهــہ،
دلبـــر اَتـــي دل ۾، ڪـــاڏي ڪنديـئـَــن ڪاهــــہ،
"ڪـــل شـــيءِ محيـــط" ســـٽج هـــيءَ صـــلاح،
ســاجن شــامل ســاهہ، اَتــي محــب "مــراد" چئـــي.

[1] رهيئي (ب).

جواب:

ساجن توُن سؤ وار، سر صدقو ڪريان ساهَ سان،
تن ۾ اتم تنهن جي، انئي پهر پچار،
جي پاڻ نہ هلين پر ڏي، تہ ويندين هڏ مَ وار،
توڙي حيلا ڪرين هزار، تان پي پير پوئاهون نہ ڪٺان.

سوال:

پڌر ڪڻ مَ پير، هل هِنئين سين هوت ڏي،
تو هِي منجهہ "مراد" چئي، سپيريان جو سير،
سي سپ سچڻ تنهنجا، جي ڏجهڻ پانيئي ڏير،
وچون لاهي وير، هل تہ پسين هوت کي.

جواب:

جن پروڙيو پاڻ ۾، وريو تن وصال،
ويا تنين کان وسري، ڪايا، مايا ڪال،
محو تيا محبوب سان، ڪُڇن قيل نہ قال،
سي ڪِئَڙا نينهن نهال، محبتي "مراد" چئي.

سوال:

وچي وهاڻي، تو سمهندي صبح[1] تيو،
"مُوتُوا قبل انت مُوتُوا"، چاتئي نہ چاڻي،
پاڻ نہ ماريئي پر لئہ، تي واتون واڪاڻي،
حيف وچايئي هوت ريءَ، جوين جواڻي،
هاڙهياڻي هاڻي، پرينءَ منجهہ پروڙ ڪي.

جواب:

آءُ چئي چونديس ڪيترو، ڳالهہ مڙيائي هڪ،
جنهن کي سچي سڪ، سا پسندي پرينءَ کي.

---

[1] صبوح (ب).

# بيت سسئي
## (باب وصال)

(1)

ونــي كونــ ويــوءِ، آهــي هــوت تنهنجــيءَ هنــج ۾،
چــا كــي ڏوريــن ڏونــگرين، ســاٿي هــوت ســندوءِ،
تــو ۾ محــب "مــراد" چئــي، نكــي[1] كيــن لـِـكوءِ،
پـَــسُ متــان پريــن پــوءِ، اَتــي پــاٽئون پريــن اوڏڙو.

(2)

هينئڙي هوت تيوءِ، تــون كيــج كـُـچاڙ كــي وجيــن،
توســان محــب "مــراد" چئــي، ســڄڻ آهــ ســندوءِ،
ونــدر كيــن ويــوءِ، كٺــي وَرُ نهــارج وَٽِ ۾.

(3)

ونـــدر ســـي وجـــن، جنيـــن وَرَ وجائيـــا،
منهنجــي محــب "مــراد" چئــي، مونهيــن وَٽ وَســَـنِ،
جــي پــل پــل پريــن پــَسنِ، ســي چــو ڏورنِ ڏونــگرين.

(4)

ســُـڏكيونَ چــو ســُـورَ، بڏائيـــن بيـــن كـــي،
اوبگــي اورج مـــامَ ســـان، محبتـــن مذكـــور،
مــاندي تــي مَ "مــراد" چئــي، ڏيهــ نــ اَتِــي ڏُور،
آهــن[2] هــوت حضــور، پــر جــي پيهــي پــاڻ نهــارئين.

---

[1] لكي (ب).
[2] آهي (خ).

# بيت سسئي
## (تاڪيد طلب)

(1)

سرتيون سِکي ساھ، پڻ عينَ اُداسي اُنَ ري،
پسڻ خاطر پِر جي، روز نھاريان راھ،
وٺي محب "مراد" چئي، ويا آرياڻي ارواح،
آڻين شال الله، ته ڏسيو لاھيان ڏکڙا.

(2)

حجت حبيبن سان، ڪاڻياريون ڪئن ڪن،
جن حق نه رکيو ھوت جو، سي ڇو دعوا دم ھڻن،
کھڙو منھن "مراد" چئي، وٺي ڪيچ وڃن،
شل اَوَگُڻَ ڳَڻَ نه ڪن، پوي ٻاجھ ٻروچ کي.

(3)

اُتي سنبھ سسئي، پير پنھوءَ جو پَسُ،
تان کِي ڏورج ڏونگرين، جان کي لڳئي وَسُ،
موٽيج کِير "مراد" چئي، ڇڏي گونگن[1] گَسُ،
مَنَ کو ڏيئي ڏَسُ، سُونھون اِنھيءَ سات جو.

(4)

وَڻ وَڻ ھيٺ نه ويھه، مرنديءَ ڪين "مراد" چئي،
توڪل جا تنبو آڏي[2] ڇُلي ڇپر پيھه،
ڏونگر تنھنجو ڏيھه، لوچ ته لھين پِرُ کي.

---

[1] گنگين (ب).
[2] ڏي (ب).

# مومل راڻو

(1)

تون سوڊو آهين سو نه، جهڙا بيا جهان ۾،
بيا جي راڻا، راڄيا، تنهن برابر تو نه،
تنهنجو مَتُ "مراد" چئي، آءُ ڪامل ڪريان ڪونه،
سَرُسَ ٿيان ڪون سونَ، جي اڇي پارسَ پاسو تون ڏئين.

(2)

تون راڻو تون راڄيو، تون راوَن[1] جو راءُ،
ڪامل قرباني ڪريان، ڪٽي سوڊا سڀ متاءُ،
تنهنجو مَتُ، "مراد" چئي، آءُ لهان ڪانڌ ڪتاءُ[2]،
عاقلَ اڱڻ آءُ، ته سرتين سڪائون ڏيان.

(3)

سرتين سڪائون، تو لئه مجيون مينڌار،
آءُ تان انهن کي ڏيون، ويتر واڌايون،
عاقلَ اَرڏيون، اڇي منهنجون ميٺ "مراد" چئي.

(4)

جئن سو ساهه سرير ۾، تئن سوڊو ساماڻو،
ڏَٽ پَٽ وائي هيڪڙي، سڀ راڻو ئي راڻو،
پر جي مون جئن چاڻو، ته پَسو محب "مراد" چئي.

---

[1] رائن (خ).
[2] ڪواءِ (ب).

# عمر مارئي

(1)

عمـــر مـــاڻُ مَ ڪـــر، پســـي ڏور ڏمـــاڪ،
تـــو پليـــرا پـــونءِ پر، خـــان ڪـــپي تيـــا خـــاڪ،
ڪنـــدءِ مـــوت متـــي تـــي[1]، هـــاجي ســـندي هـــاڪ،
پانئج ڪيـم مذاق، ڪٿـي بـاندي مـوڪ "مـراد" چئـي.

(2)

عمـــر ڪـــر مَ مـــاڻُ، پســـي ڪـــوٽ ڪچهريـــون،
هـي ســُـڪَ سانگـــي سُومِرا، ڪيـــن هلنـدءِ ســاڻ،
هـت وايـــون وينـــدءِ وســري، جـت پـــاڪ پچنـــدءِ پـــاڻ،
نـــه تـــا نيئـــي ميـــڙ اُمـــاڻ، مـــاروئڙن "مـــراد" چئـــي.

(3)

عمـــر مـــاڻُ مَ ڪـــر، پســـي ڪـــوٽ ڪچهريـــون،
هونـــدءِ ڪيـــن هميشـــه، هـــيءَ دنيـــا دولـــت در[2]،
متـــانهين "مـــراد" چئـــي، ڪٿـــج نيـــڪ نظـــر،
"ڪـُـل يـَـوم بـَـســَرِ"، هـي ســڄ قـول ڪنـن سـين.

(4)

هـــن منهنجـــي حـــال، جـــي ســـڌ نـــه آهـــي ســـومري،
"وَ نحـــن اَقـــرب اليـــه"، واحـــد ڪـــيـــم وصـــال،
پســـي نـــُـور نســـوهرو، تيـــڙا نيـــڻ نهـــال،
پلـــي ڪيـــڙو پـــال، گـــڏيا محـــب "مـــراد" چئـــي.

---

[1] تو (ب).
[2] زر (غ).

# بيت نوريءَ جا

(1)

ڪــني ڪوجهــي ڪـُـوڙي، نـُـوري نمـاڻي،
هتئـَون ونـي جنهــن جــي، ڪــو پيئـي نـا پـاڻي،
سا محلـن منجهـ "مـراد" چئـي، تـي مرڪـي مهـاڻي،
جيلهان سمي سيباڻي، تيلهـان سونهي منجهـ سرتئين.

(2)

ڪــني، ڪوجهــي ڪـُـوڙي، نـُـوري نمـاڻي،
تي آئي ڇتَ ميچيءَ جي، جنهن مون ڪالهـ ڪـِڪي هاڻي،
اڄ سمي ڄـامر سـهاڳ سان، ڪئـي راڻيـن جـي راڻـي،
سا مر مرڪي مهاڻي، جنهن سيِ معـافيءَ ۾ "مـراد" ڪيا.

(3)

مــر مرڪــي ملاحــن ۾، نـُــوري نـُــوراني،
جنهـن جـي جهولـيءَ چنـڊ جهلـي پيـو، سمـو سلطاني،
تنهـن معـافيءَ ۾ "مـراد" ڪيـا، تيـا سمـي جـا ثـاني،
جي هئا ڏيهـ سدا ڏانـي، تـن جو ڏيهـ اڇي ڏانـي تيـو.

(4)

نـُـوريءَ، ســان نيڻــن، ڏيئـي رمـزون راءُ ريجهــائيو،
سمـي جـي سـهاڳ سـان، تـِـي جهولـي جهــَـروڪن،
تنهــن مــَـتڪي مهــريءَ مـصري، لاتــِـي ملاحــن،
سيِ معـافيءَ ۾ "مـراد" ڪيـا، ڪٽـي ڄـامر تمـاڇي تـن،
سي مر ڪوڏ ڪينجهر ۾ ڪن، جن تؤن لٿا حرف حساب جا.

(5)

هـو جـي هئـا مر ڪـت، سـي راڻـي ڪٽـي ڪـت چاڙهيـا،
ريءَ پــَـت پهـرن ڪينڪـي، پيــو پيــر نــ ڏيــن پـٽ،
پيئن مـَت "مراد" شراب جا، جن ڪالهـ مـَتي هئا مـَتَ،
سي اڄ ويهـي پاسي وَٽَ، ونـن وَٽَ سمـي سـلطان جـي.

# ليلا چنيسر

(1)

هيئَن ليلان پانيو هو نہ، تہ مکر ڪؤنروءَ مَنَ ۾،
نہ تہ هارَ متؤن هَنڌ هيڪڙي، وارُ ڏئي تنهن تو نہ،
سا نماڻي ”مراد“ چئي، چاڪون پَسي چو نہ،
جنهن جو ڪامل توريءَ ڪونہ، تنهن کي دَستون چڏ مرَ. داسڙا!

(2)

ويچاريءَ ويساھ، آيو ڪؤنروءَ جي ڪُوڙن تي،
نہ تہ مَتي ڪئن مَٽئي تي، محب پنهنجو ماھُ،
سا نماڻي ”مراد“ چئي، ڏئي کهڙي ڏاھ[1]،
جنهن کي ڪنڌي ڪانہ ڪا، والي توريءَ واھَ،
تنهن کي لڳ الله، دَستون چڏ مرَ، داسڙا!

(3)

جو تو هاري پانيو هارُ، سو تان مٽيو مُور مَڪَر جو،
هن ڪؤنرو ڏُتيون ڪيتريون، ليلان لَکَ هزار،
موهي منصوبي سان، نَرُ وني وئي نار،
انهيءَ مهل ”مراد“ چئي، ويلو اُتي وار،
نہ تہ موتي چام[2] چمار، دست نہ ايندءِ داسڙو.

---

[1] ڏيهہ وڏائي واھ (ب).
[2] چم (خ)، (م).

# بيت گهاتو جا

(1)

ڪوڙيا ڪُنَ ڪلاچ جا، عاشق جي اچن،
سي عشقَ ڪَچونءَ جي وات مان، موتي ڪين وجن،
جن ڪي موت مشاهدو، سي چو نه "مراد" مرن،
آءَ قرباني تن، جن جيئريءَ جيءُ نه واريو.

(2)

عاشقَ ڪُنَ ڪلاچ ۾، اچي جي پيا،
سي عشق ڪَچونءَ جي وات مؤن، موتي ڪين ويا،
مشاهدا "مراد" چئي، تن مري منجهه ڪيا،
سي جانڪِيتا جِيا، جن جيئري جيءُ نه واريو.

(3)

عاشقَ ڪاهون ڪاهه، تا اچن ڪُنَ ڪلاچ تي،
ڪاتُ ڪچونءَ جي وات ۾، تو لاهي ڪنڌ ڪلاه،
پيئي رَت رگن جي، مهٽيو ڪائي ماهه،
سي هَتِ سانگو ڪن نه ساهه، جن ڪي موت "مراد" مشاهدو.

# بيت ساموندي

(1)

جنين جي جهاز کي، ساڃا سڙهه سُڪان،
ڏس ڏهاڙي ڏيهه جا، معلم ڏي مهندان،
سي ڪتي آيا خير سان، سفر صاب پيان،
سنڌ ساويرا ڊکيا، بندر بار سندان،
سُپي سنگ متان، تيڙا معاف "مراد" چئي.

(2)

جنين جي جهاز کي، سدا لڳي سُواءُ،
ڏس ڏهاڙي ڏيهه جا، ڏي معلم تن مهنداءُ،
سنڌ ساويرا ڊکيا، نـگيا ناکوجاءُ،
تن جي مال متاءُ، تيا معافي سَنگ "مراد" چئي.

# بيت پرياتي

(1)

آءٌ ڏڏ، ڏڏان ٿـي ڏڏ، ڏڏ نـه ڏڏن جيهـڙو،
سـٺي آيس سـڏ، ڏاتـر! تنهنجـيءَ ڏات جـو.

(2)

ڏاتـر! تنهنجـيءَ ڏات جـو، نڪـي آرُ نـه پـارُ،
جـَهـڙءِ ڪونـه جهـان ۾، بيـو ڏاتـارين ڏاتـار،
دان مڱـان ديـدار، ڪـر سـائل سـرفراز تـون.

(3)

سـائل سـٺي آئيـو، سـَيـَـرُ سـِـرُ سـندوءِ،
ڪڏهن ڪونـه ڀـُـڏوءِ، تـه ڪو هتـون موٽيـو منگتـو.

(4)

سـير تنهنجـي سـِـرَ ۾، نـه ڪـا اُڃ نـه بـک،
اڄـن جـي آس ڪـري، ڏور تنيـن تـون ڏک،
لهـن سـدائي سـُـک، هـت مڱـڻهـار "مـراد" چئـي.

(5)

نـه مون ڪـُـلهي ڪـِـينرو، ڪيـرت چاڻـان ڪانـه،
تـون اجهـو ابوجهـن جـو، مهـر پويئـي مـانَ،
مـون تـي ڪـر "مـراد" چئـي، عنـايت احسـان،
جـو تـون سـدا سـلطانَ، تـو نـالائق نوازئيـن.

(6)

مـون جيهـو ڏڏ ڏيهـه ۾، تـو جيهـو ڏاتـار،
جان چڪاسم چوتار، تان بيـو ڪونهي مـور "مراد" چئي.

(7)

آءُ اوڳڻ ڳٺيان ڪيترا، جي بيحد ڪون بيان،
پر جان نالو تو رحمان، تان مون ڪونهي وهم "مراد" چئي.

(8)

آءُ ڳٺي ڳٺيندس ڪيترا، عيبن اَنت نہ ڪوءِ،
پر صمد نانءُ سندوءِ، تان مون ڪونهي وهم "مراد" چئي.

(9)

اوڳڻ عيبَ آپار، لِکڻ ليکو ناهہ ڪو،
پر جان سندوءِ نانءُ ستار، تان مون ڪونهي وهم "مراد" چئي.

# بيت پورب جا

(1)

نانگا چــڏ نــ ننــگ، تــو لائيــن رڪَ لڳــن ڪــي،
توڪــي چـُـوسَ چـُـوسڻَ جــي، رامَ نــ لڳــڙءِ رنــگ،
مايا ساڻ "مراد" چئي، ڪـُـوڙو ڪيـو[1] ڪـُـسنگ،
ڏوئـــــِـي ڏُوڙ نـــــِـسنگ، ويئـــي لجـــا نڪـــري.

(2)

جوڳي تو نہ جـُـڳاءِ، جو تـو ڪـَـنَ چـِـيرائين ڪاپڙي،
ســامي ســانت صبــر جــي، مـَــن ۾ مـــُــندرا پــاءِ،
ســــڪَ ســَــڱي ڪــر ســچٽا، وينــو ويــر وڃــاءِ،
ســيَلهي ســِيل، پريـت پٽــر، انــدر الک جــَــڳاءِ،
لــــــِـڱين رک لقـــاءَ جـــي، لاهوتـــي تـــون لاءِ،
روح ۾ رام ريجهــاءِ، ڇڏ ٻاهريان مڪــر "مــراد" چئــي.

(3)

جت نانگا نينهن لائين، تت "نانهن" بنان ٻيو نانهين ڪي،
ڳـُـوڙها ڳــالهيون ڳـُــجهہ جــون، ڪــاتي ناڳــائين،
جي پـَـرجهڻ ڪــان پــري ٿيــون، ســي واتــون نــا وائيــن،
سي روح ۾ رام ريجهائين، جن جي مالها ماٽ "مراد" چئي.

(4)

گيــان گنگــا دل دوارڪــا، ڪايــا ڪاســي، جــن،
ســي پـــورب ۽ پڇـــم جـــا، ڇـــاڪون پنــڌ پڇــن،
مـاري مـن "مـراد" چئـي، تـا ريءَ تـَـن تـَـيرت ڪــن،
سي نـِـت نانگا ناٿ پسن، جن ڪي ڳڏيو ڳــُـر ڳرنار ۾.

---

[1] ڪيڙء (ب).

(5)

تَــرڪ ڏنــائون تـَــنَ ڪـي، مــاد ڪيــائون مـَــن،
ســي بــابو بديهــي تيــا، ويئــڙا منجهـــ وطـــن،
لامڪــان "مــراد" چئـي، ڪيــا آســَـــڻ آڏوتـــن،
سي نـِـت نانگـا نـاٿ پـَسن، جي واحد وحدت ۾ تيـا.

(6)

جي رنـگ رتـا رام جـي، تـن ڪالهـ چـڏي ڪاســي،
ويئــي تـــن ڪـــون وســـري، چـــِتـــون چوراســي،
لنگهـــي پيـــا لاهـــوت ڪـــون، اوڏو ابناســـي،
تـن جوڳيـن جاتون پـُـنيون، جي هئـا پـيءُ جـا پياسـي،
لامڪـــان "مـــراد" چئـــي، تيـــا وحــدت جــا واســـي،
ســي سنمڪ سناسـي، وجـي نانگـا گـڏيا نـاٿ ڪـي.

(7)

ســُــڪ نــ ڏئــي ســرتيون، ويراڳيــن ويــراڳ،
لوچـــي لامڪـــان ۾، ملڪوتيـــن ڪيـــو مـــاڳ،
جيئــري مــرڻ "مــراد" چئـــي، لاهوتيـــن جـــو لاڳ،
ڏيئــي ڏِيــل ڌُهــاڳ، وجــي ســامي ســُـــهاڳي تيــا.

(8)

ســُــڪن جـو ســرتيون، ســامين چـــَـڪيو ســاءُ،
هــردم هلــن هـُــو ۾، چـــِـت جـــَـنين جـي چـاءُ
منجهـ ئي منجهـ "مــراد" چئـي، ڪيـو لاهوتيـن لقـاءُ،
تـون پـڻ تنيـن ڪـاءُ، وجي سـِـڪ تــ ســُـڪ پـِـرائيين.

(9)

ســامي ســي چئجـــن، جـــن ڪـــي ســـِـــڪ ســرير ۾،
ســي لاهوتــي لال تيـــا، جـــي هـــُـــو ۾ هـــُـــو هلـــن،
مــاري مـــَـنُ "مـراد" چئـي، تــا نانگــا نــاٿ پـــَسن،
تـون پـڻ وٺـؤن تـن، وجـي سـِـڪ تــ ســُـڪ پـِـرائيين.

(10)

جن لاٿا نيڙ ننگ جا، تن ڪيهو ننگ نانگن،
لنگهي ڪيا لاهوت ڪون، آسڻ آڏوتن،
روح رتائون رام سان، پيون وڏائون پن،
منجهه ٿي منجهه "مراد" چئي، تا جوڳي جاتون ڪن،
تون پڻ وٺؤن تن، وجي سڪ تہ سُک پرائيين.

(11)

نانگي کي ناسوت، ڪٿي پير پسايو پرَ جو،
تنهن ڪاهوڙي ڪرو پيو، ڏس منجهون ملڪوت،
سجاتائين سپرين، جاءِ وجي جبروت،
لنگهيو جن لاهوت، تان تيو هُو ۾ محو"مراد" چئي.

(12)

گهر چورن جي گهل، ۽ باهر سانگ ڪرين ساڌن جا،
مڪر جي "مراد" چئي، ڏوڙ مَ منهن کي مل،
تَسيو ڏئي تَنَ کي، جهيڙي جهَڻي جهل،
پاڻ پنهنجو پَل، تہ تئين سنگت جوڳو سڄين.

# بيت متفرقہ

(1)

چاڪي چتُ "مراد" ڪري، گهاٽو من گهماءِ،
ساري سُرت نرت جا. ڏينهڪ ڏاند وهاءِ،
تُهه تاري ڪڍ تَنَ موُن، سرهه صاف پيڙاءِ،
تهان پوءِ تون لاءِ، لڳين تيل لقاءَ جو.

(2)

ڪر ڪبوتر روح کي، دل پڃري پارينس،
سِرهه صاف سُرت جي، چُوٽي چت وارينس،
پاٽي پاڪ پريت جو، پلپل پيارينس،
هُو ۾ محو "مراد" ڪري، ٻي وائي وسارينس،
سا ڪا بازي سيکارينس، جنهن سان وڃي وحدت ۾ پوي.

(3)

نِڪر "نانهن" ڪلهي ڪري، وِڃا سڀ وِڃاءِ،
رياضت جا روح ۾، فڪر ڪر فناءِ،
حال هلي حيرت سين، تون منهن مهندا پاءِ،
عدم منجهان "مراد" چئي، ڪنهن کي رسي نہ ڪاءِ،
هت ٻِئي جي جُڙي نہ جاءِ، تو پاڻ سڃاڻي پاڻ کي.

(4)

نِڪر "نانهن" ڪلهي ڪري، چڏ تعين تات،
هليو وڃ حيرت ۾، جتي ڏينهن نہ رات،
عدم منجهہ "مراد" چئي، جهت ڪانهي جهات،
نفي نڪو اثبات، تو پاڻ سڃاڻي پاڻ کي.

(5)

تنهن کي سَل مَ سور، جنهن کي سڌ نہ آهي سُور جي،
جنهن کي گهاءُ نہ آهي گهٽ ۾، پيچ تنهن کان ڏور،
جي وهم پريان جي وڍيا، رهج تن حضور،
هيءُ اَتِي محبت مُور، "مُوتُوا" تي "مراد" چئي.

(6)

هتون لوپي من! لڏي، وجي پاڙي ويهہ پرين جي،
پڪَا پڪ سامهون، اوڏا ويهہ اڏي،
موتي چيڪ چڏي، توکي شال چڏيندا ڪينڪي.

(7)

هن تَن ۾ من! مَ ويهہ، جو آهي چوڪس چلهہ چورن جي،
نَگندءِ نگيءَ سان، اَتي نگ نگن جو ڏيهہ،
انهيءَ مهل "مراد" چئي، وجي پکي پِر جي پيهہ،
سندءِ سو ساٿيهہ، جنهن ۾ وار ونگوئي نہ تئي،

(8)

رهزن نفس نفيءَ سان، توڙي ڪوڙين ڪارون ڪن،
توءِ گڻ ڏسي اوگڻ ڪري، ڏئي ڏهاڙيون ڏک تن،
تنهن کي مار "مراد" چئي، جيئرو چڏ مَ چَن،
سا بيلهہ ڪٽي وجهہ بَن، جنهن موَن جيءَ جوکو تئي.

(9)

توکي معلوم سڀکي، منهنجو حال حبيبَ،
چئي چونديس ڪيترا، اوگڻ آءُ عجيبَ،
پنهنجو قرب ڪريج تون، مون سان ڪرم قريبَ،
جو تو ريءَ تَنَ طبيبَ، پيو ڪونهي مور "مراد" چئي.

(10)

اديون مون گهر عيد تي، آيم اڄ عجيبَ،
تي سَرهائي ساهہ کي، لڏي ڪَرَ قريبَ،
پسي حال حبيبَ، ڪيو مون تي مهت "مراد" چئي.

(11)

اوڏي تيان نہ آرت، ڪاڻ ڪوريءَ جي نہ ڪيان،
هڪ پچن پچارن ڪي، پيو هر هر وجن هَٽ،
مَتينديون "مراد" چئي، ڪوٽ جنهين جي گهٽ،
وَرَ منهنجي وَٽِ، ڪمي ناهہ ڪَنَپڙَ جي.

(12)

پهرين ماءُ جي پيٽ ۾، جڏهن هُئڙين نُطفو نير،
پاري تنهن پيدا ڪيئين، وجهي ساهہ سرير،
تو هون مهند "مراد" ڪيو، تنهن رَت رڳن مون ڪير،
جو اهڙي سُک سُڌير، سو ڪيئن چڏيندءِ قوت ري!

(13)

جان ڪر منهنجي جيءَ ڪي، لڳي عشق لپاٽَ،
تان ڪر هَڏ حرام تي، نيٽين ننڊ نپاٽَ،
صبُر سڪ وجائيو، ويني پَسان واٽَ،
اکين اُج اُساٽَ، اچي وَٽي ڏيج وصال جي.

(14)

ويچارا ورسيا، ويهي ڏيئي وَٽ،
مهندان مرلِيذر جي، پاڻ هٽن تا پَٽ،
موتي مهاڏيو ڏي، ڪن سوالي سَٽ،
سو گَهڙي نہ پسن گهَٽ، جنهن ۾ محب "مراد" چوي.

(15)

جتي سوئي چاڻ، جنهن جي جويون ڏين شاهدي،
تنهن سَتَ پَريي سورهيہ جي، ويهي ڪن واڪاڻ،
سائين جهين ساڻ، تنهن کي مهت "مراد" چوي.

(16)

جئن اُتَ ناڪيري نڪ ۾، ۽ جَت هٿ مهار،
اتي، ويهي ۽ هلي، سر تي کڻي بار،
جو جيڏهن تاڻي تنهن کي، تڏنهن ترت تيار،
تئن وس وجي پيو يار، منهنجو من "مراد" چوي.

(17)

جيلهائي هٿ ڪري هاري، تيلها ڪُني تي ڪارِي،
جــرَ ڄراتيــو ڄنــدڙو، ســپ عمــر ســارِي،
ڏهاڙي ڏويــن جــِـي، تــي مــارَ جهلين مــارِي،
مــري تـــي "مــراد" چئــي، ســڪي قــرارِي،
چــو ڏاڳهــ چڙهيــن ڏارِي، پــچ تــ چـُـتين باهــ ڪــان.

(18)

طوطـــا توڪـــي ڪهـــڙو، انـــدر قيـــد قـــرار،
آءُ اُڏام "مــراد" چئــي، هــٽ مـــاريندءِ منجهـــار،
هيڪــر هندســتان جـــا، جــي پـَـسين بـــاغ بهـــار،
تــ موتــي ســپ چمـــار، پيــر نـــ ڏئيـــن پــِــجري.

(19)

ســو[1] ســاءُ مـَـتايو سـچٹا! ڪــو جــو واٽــون واءُ،
يــاري[2] يــارن ڪــان وئــي، متــي مـــتَ نـــ ڪـــاءُ،
پـُــٺ نـــ وٹــي پــيءُ ڪــي، ٻيــو پيــائن چــڏيو پيــاءُ،
ســُوجهي ســپ ڪنهــن جــو، جــان لٽوســين تــر پــاءُ،
تــ هــڪ ڏٽــي! تــو ڏاراءُ، ٻــي ڪــانهي مــاڙ "مراد" چئــي.

(20)

منهنجــا مـــنا چــــتَ ونٹـــا، دل جـــا دغـــا بـــازَ،
جن ڪي عــادتَ عداوتَ جي، ٻــي هــڏ نــ چـاٹن هــاجَ،
پــر پــٽ گــوز گــلا جـــا، منهـــن تــي ڪـــن ميــنــج،
جن جا اهڙا ڪـُوڙا ڪاجَ، تن ڪي مـُور نـ پـَس "مراد" چئي.

(21)

پـَــن حلـــوا هـــالار جـــا، ور پـَــڪن جـــي پـَــت،
جي سڄڻ هــونِ سنگت، تــ ڏڪيــا ڏينهــن نــ ســاريان.

---

[1] پسو (ب).
[2] سو ياري (ب).

(22)

ور پـُـســـــــي پدمـــات جــــــي، ٻـــن حلـــوا هـــالارَ،
جي هونِ هيڪـانـدا يـارَ، تـہ ڏکيـا ڏينهـن نـہ سـاريان.

(23)

ويـا هـَـنجهہ هـَـلي، آيـا ڪـانءَ ڪـُـنبن تـي،
مـــورن جـــي، "مـــراد" چئـــي، مـــُـــرن جـــاءِ جهلـــي،
چـِـــٻن ســـان چـُـٻلي، تـــي مـَـينا مقـــالون ڪـــري!

(24)

بـــاري پروردگـــار ڪيـــا، وڻ ڪـــامل ڪڪـــاڙين جـــا،
ٿـــاريون ٿـــالپرن جـــون، ٽيڙيـــون بـــاغ بهـــار،
سي مـَـرڪن شال "مراد" چئـي، سنڌ صوبـي سـردار،
جن کي ڏنو ڏيهـُـ ڏاتار، مر ڪائن خانَ خوشيءَ سان.

(25)

ٿـــاريون ٿـــالپرن جـــون، پـــرور پوڪـــايون،
دائـــم تنيـــن دعـــا جـــو، اسـين پـــاٺي تـــا پـــايون،
سي سدائي سايون، جن جي مدد محمد "مراد" چئي.

---

# سي حرفي

(الف) اللهُ العالمين، ساراهيان سبحان،
جنهن قادر "كُنَ فَيَكُونَ" سان، جوڙيو سڀ جهان،
خلاقت خلق جي، ڪيائين آدم تي احسان،
تنهن ۾ وڌو روح رحمان، "مِن رُوحِي"، "مراد" چئي.

(ب). بدعات ڇڏ تون، خودي خام خيال،
سچو تي صاحب سان، اَتئي وقت وصال،
وَنءِ وهي وحدت ۾، جتي جوت جمال،
"دَع نَفسُڪَ وَتَعالُ"، تہ پَسين محب "مراد" چئي.

(ت) توبهہ ڪر تن ڪون، ڏينس ترڪ تمام،
پردو ڪَڍُ پرينءَ ڪون، ننگ ناموس ۽ نام،
"مِن عَرفَ نَفسه"، بيو ڪُجھ ڪين ڪلام،
جو آهي اِسلام، محمدي "مراد" چئي.

(ث) ثابت ڪر سچ ڪي، ڪُوڙُ نہ ايندءِ ڪم،
ڪايا، مايا، مال ڌن، دام نہ هوندءِ دم،
تِرُ نہ نيندين تنهن مؤن، جو جوڙي ڪيڙءِ جَم،
پوءِ غافل ڪائيندين غم، نہ تہ ساجهر سمجهہ "مراد" چئي.

(ج) جدائي ڇڏ تون، وٺ پرين جو پير،
هٿ نہ ايندءِ ايهڙي، پوءِ ورونهن وير،
صبح سين مَ سمهہ تون، تي هيڪاندو هير،
سُري وڃ سوير، تو منجهہ حضور "مراد" چئي.

(ح) حياتيءَ ڏينهڙا، تون پرينءَ گڏ گذار،
ماري من "مراد" چئي، وحدت ڏي وِڪَ وار،
دلبرُ اَتئي دل ۾، دائم ڪر ديدار،
ڪٺي نينئ نهار، آهن سڀ جاءِ سپرين.

(خ) خمر مؤن عشق جي، جنين چکي چس،
ويا سيپئي وسري، روح تنين جي رَس،
مِنايا "مراد" چئي، محمودي، مجلس،
عام لنگهيائون لس، محو ٿيا محبوب سان.

(د) دلاسو دل کي، ڏنو پاڻ پرين،
وائي ساڻ وصال جي، جيءَ جياريو جن،
"نَحن اَقرَب اِليه"، آءُ قرباني تن،
بيو سڀ ڏيئي ٻن، آءُ تان ڪريون "مراد" مشاهدو.

(ذ) ذڪر ڪر ذات جو، ٻيا وهم سڀ وسار،
راتو ڏينهان روح ۾، پرتئون ڪج پچار،
"فَاذڪُرُوني اَذڪُر ڪُم"، سچڻ لهندو سار،
جي اهڙا سيڻ ستار، تن ڪي مور مَ ڇڏ "مراد" چئي.

(ر) رياضت رب جي، آهي فرض فنا،
اتي موت مشاهدو، عاشق ٿئين تہ آ،
"مُوتُوا، قَبلَ اَنتمُوتُوا"، آڻج اَمر بجا،
پوءِ هر دم ذوق بقا، وينو ماڻ "مراد" چئي.

(ز) زڪوات ڪڍيج تون، ڪري نفس نفي،
اَتي وقت وصال جو، اچي عاشق تي،
سڀ گڻ لائق سپرين، ڪندو توهہ تُسي،
پوءِ جانڪِي تون جي، ڪونهي موت "مراد" چئي.

(س) سيني ۾ تنهنجي، دل بيت المعمُور،
"ڪل شيءِ محيط"، آهي نسورو نُور،
وينو پڙهہ پريت سان، هر دم حج حضور،
تون ڏور "مراد" مَ ڏُور، اَتي ساهئون اوڏا سپرين.

(ش) شراب ونيج تون، صاف هٿئون ساقِي،
پي طهورا تڪ ڏئي، مؤن من مشتاقِي،
نئين عمر "مراد" چئي، بخشيندءِ باقِي،
مرشد ملاقِي، ڪندءِ پهرئين جام پرڻ سين.

(ص) صبـــر جـــو رک تـــون، روزو انـــــدر روحَ،
هوا، حرص، "مراد" چئي، کـڏ کٽي وجهہ کُوهـَ،
اَنئـي پهـر پريـنءَ سـان، ويـنـو کـر وروُهــَـــ،
پوءِ هردم سنجهہ صبوحُ، عيدون کج عجيب سين.

(ض) ضـرور "مـراد" کـج، وحـدت سـين واپــار،
منجهـون حـوض حضـور جي، ويـنـو وضـو سـار،
منهـن محـراب پريـنءَ جـو، نـِـت نمـازَ گـذار،
تهان پوءِ بيهار، توتي کونهي حرف حساب جو.

(ط) طلـب کـر تـَـکيو، وحـدت ۾ تـي ويهـُــــ،
ريءَ حقيقت حق جي، بيا سـپ مکـر ميهـُــــ،
"لـَم يَـلِـد"، "مراد" چئي، پسج پنهنجو ڏيهـُــ،
سنڌءِ سو ساٿيهُـ، جت ناهي بيو "نانهن" ري.

(ظ) ظـاهر بيـو ذات ريءَ، قطـرو آهـي کيــن،
سـپ حقيقت حق جي، بولـي بولـج بـي نـــ،
"هـُـو الأول، هـُـوَ الاخر"، سچي ساک سندين،
سو دنيا سو دين، جي تون پـُرجهين مام "مراد" چئي.

(ع) عـدم مـان سـپريم، جـان واصـل ٿيـا وجـود،
تـہ مـَلکن اَمر مجيو، سِيني کيـو سـُـجود،
پـَسي منهـن "مـراد" چئي، ماٿيـائون مقصـود،
جي هئا ماڳ اُنهيءَ موجود، وڏا طالع تـن جا.

(غ) غيــن پـانئج غيـر، هـي عيــن اُهوئـي آهـــ،
نقطا جي نفيءَ جا، سـي "لا" سـوڏا ئـي لاهــ،
ثـابت کـر اثبـات کـي، روح سـجاڻج راهــ،
ڏسِ مَ ڏيا باهہ، هي سـپ سـُهـائي سچ جي.

(ف) فنـــا فـــي الله تـــي، پهريــــن مــاڻج پـــاڻ،
پـري پـانءِ مَ پـَـر کـي، سـاجن تـو هـِـي سـاڻ،
"فَـاينـَما تـُولـُوا"، "مراد" چئي، ثـابت کـر سجاڻ،
مـُول مڙين مهراڻ، نـہ تہ لهرين ليکو ناهہ کـو.

(ق) قلــوب المؤمنيـــن، آهــي عـــرش اللهَ،
متي تخت "مـراد" چئي، پاڻ وينو بادشاهــ،
وجـي پهتـو پيـرَ كـي، روح سـجاڻي راهــ،
پر هي سانڊ برابر ساهـ، ڳالهہ پريان جي ڳُـجهہ جي.

(ک) كـَڙو هڻ قلـب كـي، لاهـ كثـافت كـَـسُ،
اوجـر ڏيئـي آرسـي، منهـن پريـان جـو پـَـسُ،
"والظـاهر و البـاطن"، پيـو سـڀ ڏورون ڏسُ،
هي عام "مراد" مَ پَس، جو بي كانهي لِـكَ لطيف ري.

(ل) لطــف كيــو سـچڻا، بــاجهون باجهايــا،
نمـاڻيءَ جـي نجهـري، اچـي پريـنءَ پيـر پايـا،
سـَـوَن ورهيــن جـا ڏكـڙا، لحظـي ۾ لاهيـا،
سي شل موٽي مَ آيا، جي ويا وڇوڙي ڏينهڙا.

(م) مڙوئــي ســپرين، آءُ كهــڙو كريــان بيــان،
عقــل اُت اوڏو نــہ تئـي، ذكــر نـاهي زبـان،
"اَلانسـان ســـري"، ســـيوئي ســـبحان،
جـامع كـُـل جهـان، آهـ حقيقـت حـق جـي.

(ن) نهـــايت نـــانهن كـــا، چـــوان كڇـــاڙو آن،
بي نمود "مراد" چئي، جنهن جو جسم نـہ جان،
سو پرجهـڻ كـان پـَـري تيـو، لاهيـو لامكـان،
هت مـاڳ نـہ آهي مـان، ريءَ هدايت حـق جي.

(و) وصـال پريـن جـو، كوڙيـن مـان كـي كـن،
وايـون تــن وسـاريون، واتـون كيـن كڇـن،
وڃـي وحـدت ۾ پيـا، محـب جنيـن جـي مـن،
سي سونهان كين مُنجهن، جن جو مهدي محب "مراد" چئي.

(هـ) هدايـت رب جــي، تــيءُ رهبـر سـان زهبـر،
پَـسي كيـن پريـنءَ ري، "مـا زاغـة البصـَرُ"،
يــار ســجاتو يــار كـي، ســاڻ يقيــن نظـر،
جئن سو شير شكر، تئن پرين مـنا تيا پاڻ ۾.

(ٻ) لقاءُ پرين جو، پلپل ۾ پيو پسُ،
جاڏي ڪاڏي سپرين، خالي ڪونهي خسُ،
"عَرفت رَبي رَبي"، راھ تنهين کي رَسُ،
تون پاڻ "مراد" ۾ پس، جو آهي نُور نسوهرو.

(ء) أَلَست بِرَبِّكُم"، جڏهن سجدو روح ڪيو،
سجاتائين سپرين، وحدت منجهه ويو،
بنا محب "مراد" چئي، پَسي ڪين بيو،
وجي تِت پيو، جت نُور نهايت ناھ ڪا.

(ي) يقين ڪريج تون، بيو ناھ ذرو ريءَ ذات،
اِڄ "مراد" مشاهدو، ڏاتر ڏني ڏات،
اَتي ڏينهن الست جو، ويهي وجاءِ نہ رات،
ڪلمو جنين وات، هوندا سي ايمان سين.

# عشقيه

فقير صاحب "عشقيه" جي اندر درد، فڪر، فُقر، نفي ۽ اثبات جو ذڪر نهايت سادي نموني ۾ ڪيو آهي، پر اُن جي اندر معنيٰ وڏي آهي. طالب انهن منزلن تان گذرڻ ڪان پوءِ ئي وحدت جي ملڪ ۾ واسو ڪري ٿو. هن ننڍڙي رسالي کي "مراد" سائينءَ پنهنجن طالبن جي رهبريءَ لاءِ لکيو هو.

- بيراڳي

## عشقيه

ذڪر ذاتي سان رهن جي، مُوران ڪين مُنجهن،
انئي پهر اندر ۾، تا نينهن نظارو ڪن،
"فَاذڪُرُوني اَذڪُرڪُمُ" آهي ريت چڱن،
دلبر جن جي من ۾، سي ٻاهر ڪين ڏسن،
ري مشاهدي محبوب جي، هر دم موت مَڱن،
جي ويا واديءَ وحدت جي، سي موٽي ڪين ليئن،
وحدت جي واديءَ جي، ڏکي واٽ ڏسن،
سانگو ڇڏي سِرَ جو، ٻَڌن سِرَ ڪفن،
ڏسي تاڪ تَڪر ڪي، ڪڏهن ڪين ڪَنبن،
سوريءَ ڏيندي سِرَ ڪي، سالڪ تا وهسن.

## پهرين منزل

(درد)

پهري منزل تن جي، گهاتِي دردَ چون،
بانڪا بيپرواه تي، وڏي هيجَ هلن،
جت حاجت ناهه هلڻ جي، سِر پَر اُت رڙهن،
تنگ تاريڪي جاءِ جي، ڏسي ڪين پُلن،
ٻولي ٻولين ڪينڪي، توڙي سُور سهن،
اندر اورن پاڻ سان، ٻاهر ڪين سَلن،
سختيون ڏونگر جون ڏسي، طالب نا ترسن،
اکيون ٻريل آب سان، پر ڳوڙها ڪين ڇنڊن،
همت سان "مراد" چوي، سي چاڙها سخت چڙهن،
موجون محبت جون سي، ماڻيو تا ماڻن.

## منزل ٻي

(فڪر)

لنگهــي مــنزل درد جــي، جــڏهن طــالب تيــز ٿيــا،
سامهُــن پنهنجــي فڪــر جــا، تــن رســتا ســوءُ ڏٺــا،
هلنــدي پنهنجــي راهــ تــي، پــَــلا ڪيــن پــُـليا،
سي صــاحب سرت سمجهــ جــا، پنهنجــي واٽ ويــا،
جهــاتي اُنهــيءَ جهنــگ ڪــي، وحــدت تــي وڌيــا،
ونگيــون واٽــون عقــل جــون، اوڏانهــن ڪيــن وريــا،
"يــَمشــي في الطريق التصوفُ"، انهن پــَهــَـ ڪيا،
پــردا سمجهــ صــلاح جــا، تــن ڊاهــي ســڀ ڇــڏيا،
دوئــيءَ جــي درياهــ ڪــان، پــَـتڻ پــار ٽپيــا،
ڪينــو ڪــنُ انــدر مــان، تــن ڪــوري ســڀ ڪڍيــا،
ڪــدي ڪــام ڪــروڌ ڪــي، وجــن خــوش ڪــيا،
اوندهــ جــي اُجهراتيــن ڪــان، متــي نينهــن نــيا،
اوجهــڙ ڪــان آجــا ٿــي، مــَـرڪن مــرد مــيا،
"طــالب الدنيــا مخنــث"، ســي ڇــاڻن حــال هڪيــا،
طـــــالب العقبـــــيٰ، پرتـــــي پنـــــد پيـــــا،
طــالب المــولا مذڪــر"، ڳــڻــن ڳــاڻ ڳڻيــا،
فــائق انهــيءَ فڪــر ســان، روحــي رمــز رســيا:
محبتــي "مــراد" ڇئــي، ســدا قلــب ڪڙهــن،
موجــون محبــت جــون ســي، مــاڻيو تــا مــاڻن.

## منزل ٽين

(فُقر)

ڇــڏي مــنزل فڪــر جــي، نــُوريــَـن ڪئــي نظــر،
ڏٺــو ڏاهــن فــُـقر جــو، ســامهن پــاڪ پــڌر،
ڪنيــو سامــِـن ســِـرَ تــي، ڪيــڏو ســُـجَ ســفر،
واڍوڙيــا واٽــن تــي، ڪــن گينــور تــا گــذر،

بُــکَ بلائــون پــاڻ ســان، نــتُ ســورن جــو سمــر،
راتيـــون کـــاتين رج ۾، بــڏي پيــت پتــر،
ڏکــي اِنهــيءَ حــال ۾، کــيا ســي خوشــتر،
نــامرادي نجهــرو، جــن جــو اَنئــي پهــر اکــر،
هــاري آب اکيــن کــان، کــن انــدر کــي اوجــر،
راتيــان ڏينهــان ســرَ تــي، محبــت جــو مــگَــرُ،
ظــاهر نماڻــا خلــق ۾، پــر بــاطن ۾ بحــر،
کــڙو لاهــي قلــب جــو، تــن آجــو کيــو انــدر،
ڏِســي کيــن ڏکــن ســي، آوارو اٿــر،
کَــڏي چــڏيو بــت مــان، ڏاهــن ســپ ڏمــر،
راضــي ريــاضت ۾ رهــن، چــاڻن کيــن هــنر[1]،
وڙهــي آمــاري نفــس ســان، کٽــڻ تــا خيبــر،
تــن کَــي اوڏو کينکــي، آهــي خــوف خطــر:
سي فــائق فــُقر کــان لنگهــي، تــا اگتــي پنــڌ پــون،
موجــون محبــت جــون ســي، مــاڻيو تــا مــاڻن.

## منزل چوٿين

(نفي)

مــنزل مــاڳ نفــيءَ تــي، وجــي کئــي لاهوتيــن،
هٿــي نعــرو "لا" جــو، ســي پــاڻون پــاڻ وجــن،
نــالو انهــيءَ ملــک جــو، تــا نيهــي "نــانهن" چــون،
ڏاهــا اِنهـــيءَ ڏيهـــ جـــو، ڏاڍو ڏس ڏيـــن،
جــي ويــا اِنهــيءَ ڏيهــ ڏي، ســي موتــي کيــن ورن،
چــڏي جــار جــُـسي جــو، روحــي رمــز رســن،
"لاَ الِـــه" جــي لار ســان، روز رهــاڻيون کــن،
وجي پيــا کــُن "کــيَـن" جي کــُـنا کيــن کچــن،
دانهــَـــ ان درياهــ ۾، راتــو ڏينهــن رمــَـن،

[1] هنر کان هت مطلب فريب ۽ ٺڳي آهي. (مرتب)

تــارون ســي ان تــار جــا، رهيــا مــوج مــگن،
"لا خَــوف عليهــم" ڪــي ٻـڏي، لڌــا پِـَـوَ سندن،
اَجهـــاڳي عميـــق ڪــي، جهـــاڳي چــوٽ چڙهـــن،
اُن ولايـت واسـئا، جـت نڪـو سـَـڌ سـُـڻن،
ملڪ اهو آ مـاڻ جو، جنهـن ڪي سـِـڪوتيا سمجهـن،
هــوڏون هســتيءَ جـون پچـي، پنهنجــو پـاڻ پـَـسن،
پولـــي، پــرم ۽ پيــد جــو، بــت پڳــو آڌوتيـــن،
ڪينـي، ڪـامُ، ڪـروڌَ جـــي، رتـي ناهـ وٿـن،
جــن نفـــي ڪيــو پـاڻ ڪــي، پـَــلا پـاڳ سـندن:
محبتـــي "مــراد" چــوي، ســي مــري تــا جـــيِن،
موجــون محبــت جــون ســي، مـــاڻيو تـــا مـــاڻن.

# منزل پنجين

## (اثبات)

چـڏي ملــڪ نفــيءَ جــو، ويــا طــالب اثباتــــي،
هرجـا ديـرو دوسـت جـو، تــن جهـاتي جـان پاتـــي،
مــاري اَمــاري نفــس ڪــي، تيــا بــالا براتــــي،
"الا الله" جـي اور سـان، ڪيـائون حـاصل حياتـــي،
هــر جــا مــوج محبــت واري، لات لطيفـــي لاتـــي،
چشـــمو آب حيــاتي مليـــو، زائــل تــي ظلماتـــي،
چــوڏر ايڪـا ايـڪ نظـر ۾، وئــي دوئــي درجاتـــي،
مـنزل حـق حقيقـت واري، ڪـوڙي صفـت صفاتـــي،
ذات ملي وجـي ذات جي انـدر، هرجـا هوڪـو ذاتـــي،
ظــاهر حقيقــت وارو، ڪنهـــن حقيقــت ڄاتــــي،
ماڻ جي اندر منزل تـن جي، قـرب جي ڪنڌ تـي ڪاتـي،
سڌ پـڙاڏو وسـريو تــن ڪــان، ڇيهـ لڳـو تـن ڇاتـــي،
چولـي انـدر تـن جي لاتـــي، هـر دم پريـم ڇُـواتـــي،
سـاهـ جـي انـدر سـانديو، سـانـدين سـونهون ساتــــي،

عروج نزول کان اڳتي آهي، عجب عشاق اوقاتي،
ڪشف ڪرامت ڇاڻن ڪاتي، مرد اُهي مصلحاتي،
مُونن ۾ سي موجون ماڻن، چارئي پهر ڇُپاتي:
لِڪي الک اندر ۾، سدا تا وهسن،
موجون محبت جون سي، ماڻيو تا ماڻن.

## منزل ڇهين

(وحدت)

مُلڪ نفي اثبات کان اڳتي، وادي وحدت آئي،
جت "همه" جو هوڪو هر دم، ٻي نہ ٻُڌ جي وائي،
مذهب ملت اوري اُن ک ان، منزل جنهن هيءَ پائي،
شاهد ۽ مشهود اُتي هڪ، ٻي نہ ڪثرت ڪائي،
صاحب واري رمز اها سپ، "روحل" مون سمجهائي:
موج "مراد" هي حاصل جن کي، مانجهي هو مَرڪن،
موجون محبت جون سي، ماڻيو تا ماڻن.

(هہ 10)

## بيت

(1)

رندان روز الست کنون کر چايا نينهن نـَهنگان،
جوت جمال حسن دے وچ پوندے آءِ پتنگان،
سے موت کنون کيون مڙن، جنهان دے خاطر نال ختنگان،
پر جي منگين "مراد" مشاهدا، تان وڃي ملين مست ملنگان.

(2)

ميخانے شهه مستانے باجهون، سڏڙيا سهل نہ آوے،
خراباتيان، دي مجلس دے وچ، صوفي کيون سماوے،
جو سر رکِ تلي تے آوے، تنهن کون جام جڳاوے،
پر گوءِ ميدان اتاهين، جو کٽي سو کاوے.

(3)

سر ڏيوڻ تان کهڙا سانگا، صوفے سوپ نہ ٿيوے،
وچ ميدان محبت دے، نت "مُوتُو" موت مريوے،
سر سرواه سڄن تون صدقے، تن من گهول گهتيوے،
يار "مراد" ماٿيسي سو، جو جينديان مرکر جيوے.

(4)

جي لک کروڙ کرين قرباني، تان مويا مُول نہ جيوے،
پر رندي جام مغان دے هٿون، هکواري گهن پيوے [1]،
تہ عزرائيل نہ آويس نيڙے، نت جڳان جڳ جيوے، [2]
"مراد" مغان دي مجلس دے وچ، کنين موت نہ سٽيوے.

(5)

ٿيا ايمان سلامت تان جان زُلف زُنار ٻڌوسے،
لٿي قفل کفر دے سيے، کنجي عشق کيتوسے،

---

[1] پرجي رندان والا جام مغان دي هٿون، هکواري گهن پيوي. (خ).
[2] تہ عزرائيل نہ نيڙي آوي نت جڳان جڳ جيوے (خ)

دستون ساقي ٿيا عنايت، شوق شراب پيتوسي،
"مراد" مغان دي مجلس دے وچ، نوشه ڳول لڌوسي.

(6)

پير مغان ميخاني دے وچ، رندي جام پلايا،
دستون ساقي ٿيا عنايت، رات ڳئي دن پايا،
آب حيات ڪنون ده چندان، آها سرس سوايا،
"مراد" مغان دي مجلس دے وچ، نوشه الله ملايا.

(7)

چوڙ ميست ڳئيس ميخاني، توڙ زنار ڪفر دے،
رندي جام مغان پر ڏتا، ساقي حوض ڪوثر دے،
چٽي جند جواب سوالون، لٿے هول حشر دے،
ٿيا شفيع "مراد" محمد، ولے ورق هجر دے.

(8)

جنهن ڏينهن نُورمحمد ڪون، مين صدقون سجدا ڪيتا،
تنهن ڏينهن غير سيو چا ساڙيم، ڏے ڪر برهه پليتا،
نُور خمارون ٿيا اکئين، جنهان مست پيالا پيتا،
مين "مراد" تنهن ڏينهن چا، دست دامن وچ سيتا.

(9)

عشق شراب ڏتوسے ساقي، پي ڪر مست ٿيوسے،
دل ڪعبي وچ بت ڪفر دے، "لا" دي نال لڙيوسے،
برڪت دين محمد دے وچ، وحدت وچ پيوسے،
مالڪ رضوان دي محتاجي ڪنون "مراد" ڇُٽوسے.

(10)

جنهن ڏينهن پير مغان دے هٿون، شوق شراب پيتوسے،
تنهن ڏينهن يار يقين ٿيا، سڀ دل دا شڪ لٿوسے،
چوڏهن طبق ٿيوسے روشن، اڪبر حج ڪيتوسے،
پر ٿيا ديدار "مراد" جڏهان ڪر، هے سر عرض رکيوسے.

(11)

پـر كـر قـدح كـلال ڏتوسـے، روشـن جـام الستي،
پيـوڻ نـال وصـال تيوسـے، چـُـت پئـي دل دي خستي،
رهـون هوشـيار هميشـہ، تـوڙے مسـت قـرون وچ مسـتي،
ڏے سـر يـار "مـراد" ڳڏوسـے، سـودا دسـت بدسـتي.

(12)

جے تو طلب ملڻ دي سچڻا، تـان سر كـون نـال نـہ چائين،
اول عقلـُـون كريـن جدائـي، پيـر پيڇے تـون پـائين،
چوڙے خـام خيال خودي دے، "مئن" كـون مـار منائين،
جـو جينديان سندي جاءِ نهين، بـن مويـان "مـراد" اِتـائين.

(13)

كيتـي عيـن عنـايت سـاقي، ڏتـس جـام پراٽـا،
پيـوڻ نـال شـراب طهـورا، دل تـون غـم سـڏاٽا،
لٿے هـول حسـاب حشـر دے، يـار مليـا مـن ڀاٽـا،
سيج وڇائے "مـراد" سـُتا سـك، ڏے سر هيٺ وهاٽـا.

(14)

تـَـن مـَكا، مـن مدينـا، دل كعبـا كـر چاڻـِـي،
رب رسـول ڏونهيـن وچ ٻينـے، نـال يقيـن سـڃاڻي،
"مـن عـرف" نبـي فرمايـا، بيشـك شـك نـہ آڻـي،
جـو حج حضـور "مـراد" اِتـاهين، ٻـي سـڀ كـوڙ كهـاڻي.

(15)

مسـلمان مسـجد وينـدے، هنـدو پوجينـدي پٿـر پـاڻي،
اُوه مكـا، اُوه مـَـترا وينـدے، ايويـن عمـر وهـاڻي،
اے دل عظيـم عـرش الله دا، جنهـن وچ جـوت سمـاڻي،
تـن مـن نـال كريـن تـِـت سـجدا، بيشـك شـرك نـہ آڻي،
جـو حج حضـور "مـراد" اِتـاهين، ٻـي سـڀ كـوڙ كهـاڻي.

(16)

كيا مقصود مسيت وڃڻ دا، جے تون نفس نہ مارين،
من دي ميل نہ ڌووين من توئن، ول ول وضو سنوارين،
منهن كعبے ڏے، سرت سيلاني، سهج نماز گذارين،
لوك ريائي كرے كمائي، عمر اَجائي هارين،
پر سيپي فرض "مراد" تيون، جے دليون دوست نہ وسارين.

(17)

جے مقصود ملڻ دا هووے، كر گِهن ساجهر سعيا،
وچ ميدان محبت دے، نت ركين قدم سوايا،
اے سودا سر ڏيوڻ باجهون، محض نہ پلے پايا،
پر جيندے مرڻ "مراد" سجايا، پيچھے مرڻ آجايا.

(18)

عاشق نام سڏاوڻ سوكا، پر عشق اٹانگا لاوڻ،
لاقان لَك مَريندے، پر هے مشكل توڙ نياوڻ،
كم كنهان وريامان دا، سر رك تَلِي تے آوڻ،
پلپل يار پيارے هتون، ول ول آپ كُهاوڻ،
كُني مرغي وانگون در تے، رات ڏينهان تڙقاوڻ،
هر دم باهے برهے دي وچ، مكڻ شِيخ پَچاوڻ،
دل اندر ديدار تنهان كون، پاهرپير نہ پاوڻ،
كامل عشق "مراد" تنهان دا، بيا سپ كوڙ كماوڻ.

(19)

نيهي نيهي سيكو آكے، پر سِهل نہ نيهي تيوڻ،
پهلي نينهن نشاني ايها، جينديان مركر جيوڻ،
دستون ساقي آب حياتي، پلپل دے وچ پيوڻ،
تَڏان "مراد" مناسب تنهن كون، نيهي نام سڏيوڻ.

(20)

جے نيهي وچ نينهن سجن دے، هن رنگ رباني رَتے،
رندي جام مغان دے هتون، پي متوالے متے،

بيپرواهہ بٹي تے شاکر، کامل عشق کمتے،
زلف زنجير "مراد" تنهان کون، پيچ پيچان وچ گهتے.

(21)

نيهي دے دل اندر دونهان، کت کون دونهان دُکاوے،
نيهي رنگ رباني رَتا، انگ پيوت نہ لاوے،
نيهي نت رَضا وچ راضي، سهج بٹي سر چاولے[1]،
نيهي هميشہ "مراد" سجن کون، ويک سيو سک پاوے.

(22)

اول فرض نماز جنازے، عاشق ادا کَريندے،
ڏيندے ترک تعلق سيکون، مَرُ تکبير مَريندے،
چشمے عشق حقيقي دے وچ، سر ڏي وضو سَريندے،
سے مشتاق "مراد" پيچے وت، کيهے قرض پريندے.

(23)

عاشق چشمے عشق وچون، سر ڏے وضو سنوارن،
ترک کرن تدِيران سيئي، مَر تکبيران مارن،
دل بيت الله دے وچ هردم، نال نماز گذارن،
عشق امام "مراد" جنهان دا، سے کيون وقت وسارن.

(24)

مُک مهتاب سجن دا قبلا، زلف غلاف سنوارے،
هن ابرو محراب عجائب، چشمان نُور نظارے،
عشق امام، "مراد" جماعتي، نت نماز گذارے،
سيي فرض قبول تياسے، ڏنے يار پيارے.

(25)

سهج مسيت، صبوري، سُتر، سيل، سنتوک منارے،
مک محراب، تے سنوات مصلا، سکمن وضو سنوارے،

[1] سهج نہ بي سر جاوي (خ).

مير سڪر منبر تي چڙهه ڪر، "انحد" بانگ پُڪاري،
عشق امام، "مراد" جماعتي، نت نماز گذاري،
سجدي سَهو نه پوي ڪڏهان، نڪو وقت وساري،
سڀي فرض قبول ٿياسي، ڏني يار پياري.

(26)

زاهد زور رکي ظاهر تي، باطن ڪنون بيگانا،
پارسائين دي پردي جنهن ڪون، سمجهي نا نادانا،
ڏينهن دا انڌا مُول نه ڏيکي، دوست وَسي هم خانا،
پير مغان دي مجلس باجهون، ها رڳيا حيوانا،
"مُوتُو" مُورک مُول نه ٿيوي، ڪنان ڏونهين جهانا،
يار "مراد" مليا ميخاني، شڪرانا صد شڪرانا.

(27)

واعظ ڪري بيان نصيحت، ظاهر وچ زماني،
محشر دي مذڪور ڪنون، ڪوئي هول پيا حيواني،
"ضعطوا" فرقان نه سمجهي، غرق ٿيا غمخاني،
يار "مراد" مليا ميخاني، شڪراني تي شڪراني.

(28)

سيڪوئي عاشق نوشه دا، ڪيا داني ڪيا ديواني،
هڪ بيٺي پڙهن مسيتيان وچ، ٻي مست رهن ميخاني،
ڪي ڪعبي ڪون ڏيوَن سجدي، ڪي وچن بُتخاني،
سوئي وستي دي وچ وسندا، سوئي وسي ويراني،
جهر جهنگ يار "مراد" مليوسي، شڪراني تي شڪراني.

(29)

جي ڪرين رياضت رب دي، تان تون صورت سمجهه صفاتي،
اول مال زڪوات ڏيوين، سر ڪر هت "لا" دي ڪاتي،
روزا رکين غير ڪنون، تان عين ٿيوَن اثباتي،
جو حج حضور شريف اِتاهين، دل وچ پائين جهاتي،

پڙهين نماز "مراد" مدامي، رهين ذڪر وچ ذاتي،
تان ملڪ الموت ڪنون جند ڇُٽي، حاصل تيوے حياتي.

(30)

شربت موت پيالا ساقي، سڀ ڪنهون ڪون ڏيسي،
شاه گدا سنيال نيسي سيڪون، هڪو ڪونہ ڇُڙيسي،
پر جنهن ساه سنيال سجن ڪون ڏتا، تنهن ڪون ڪون مَريسي،
يار "مراد" جنهان دي جهولي، سا نت ذوق مٽيسي.

(31)

شربت موت، پيالا ساقي، ڏيسن سڀ ڪناهان،
شاه گدا نہ ڇٽسي ڪوئي، ڪرن تـوڙي لک دانهان،
پر جيڪو جينديان مر ڪر جيوے، مين قربان تناهان،
يار "مراد" پيو تنهن جهولي، ڏے ٻئي ڳل ٻانهان.

(32)

شربت موت، پيالا عاشق، پيندے نِبت نماٹے،
ساه سنيال ڏتوسي تنهنڪون، جنهندے دست وڪاٹے،
هر دم نال وصال ڪريندے، ڳهلا لوڪ ڪيا چاٹے،
يار "مراد" جنهان دي جهولي، رب پي سے ئي پاٹے.

(33)

گردش دور فلڪ دا هنر، ڪوئي علاج نہ چاٹے،
تـوڙے لک طبيب مـڙن، سڀ افلاطون سياٹے،
تان بي شه سليمان، سڪندر جيهے، صاحب چوڙ سڏاٹے،
فَلڪي مار فلڪ دے نيتے، نانگے ڳئے نماٹے،
پر يار "مراد" ڏيون جند جينديان، چوڙ نِڪمي ماٹے.

(34)

همت ڏيک هندو دے زن دي، ڪيها ڪم ڪريندي،
جو ٻولے سو پالے اپنا، پيچها پير نہ ڏيندي،
سيج وانگر چڙهہ ٻهے چڪيا اُتے، مرڻ قبول ڪريندي،

سترُ جهولـي رک صدقے تينـدي، جيندئيـن جـان جلينـدي،
وچ ميـدان محبـت والـے "مـراد" وينـدي گـوءِ مرينـدي.

(35)

لاف مـاريندے لــج نهيـن آونـدي، عاشــق نــانءُ سـڏيندا،
همت هنـدو دي زن جـلتي، تـون ڪـاهر نهيـن ڪـرَينـدا،
اُو مـَـر پونـدي مُـردے اُتـي، تـون دل دلبـرَ نهيـن ڏينـدا،
پر يار "مراد" مريسي سوئي، جو جيندئين مَـر ڪـر جِـيندا.

(36)

جـے دل وينـدي وحـدت ڏے، عــادت وجــڻ نــہ ڏينــدي،
بـَــچ هـزار، هـزاران خطـرے، رهـزن راهــہ مـَــــريندي،
غــول بيابــان وانــگر ڪـــڙي، ڪہــے سہــے ســڏيندي،
هـادي حق "مـراد" جـَنهين دا، سا دل وچ ديـدار ڪرينـدي.

(37)

يـار يقيـن جنهـان دا هويـا، سے اَتڪـي رهـن نــہ عــادت،
روح دي راهــہ روان تــي، وچ ســالڪ پــوے وچ وحــدت،
اُلتــي آپ "انــاالحق" هوئے، ڪنهــن دي ڪــرن عبــادت،
محــض "مــراد" محقـق ڪـُـون، هـے ڏيـوڻ سـر سـعادت.

(38)

ســـرَ ڏتـے ســـر حـاصل هوئيے ، دل ڏتـے دل جــاني،
روح ڏتـے دل روح ٿيــوے، "ســبحاني اعظـــم شــاني"،
قطـــرا وچ پيـــا وچ قـــلزم دے، هويـــا بحـــر حقـــاني،
ٿيـــا محيـــط "مـــراد" وهـــم وچ، رهنـــدا لا مڪــاني.

(39)

نـَــين ســوداگر دلبـــر ســودا، عشــق دلال ڪيتوســے،
سِـر سـَرواهہ سيو وچ سودے دے، تـن مـن نـال ڏتوسے،
مليــا دوسـت، مـِـستي دلگيــري، ســودا ســاب پيوســے،
رب سبب "مراد" ڪيتـا، جـو ڪـَـک ڏئـي لک پُڌوسے.

(40)

دل درياھ، محبت پيڙا، ڪوُھا توڪل ڪيتا،
پڌُ سُڪان صبر دا محڪم، سڙھ همت دا سيتا،
معلم وچ وطن دے سونهان، ڪامل مرشد ڪيتا،
مال "مراد" يقين تنهين وچ، صحيح سلامت نيتا.

(41)

چوراسي لَک پجرے دے وچ، هڪو بولڻ هارا،
تنهن نرمل نُوري طوطي دا، نِڪو انت نہ پارا،
پانتو پانت بوليندا بولي، روپ ورن سڀ نيارا،
ڪاوے پيوے موجان ماڻے، ڪون "مراد" ويچارا.

(42)

آپ ڪنون لُڪ بينا آپے، ڪنهن نا آپ لڪائے،
آپے بينا ويکے سيکجھ، اندر آپ الائے،
دل دي تخت اُتي چڙھ نوشھ، ھر دم حڪم هلائے،
ھے اول آخر، ظاھر باطن، ٻے دي جاءِ نہ ڪائے،
ڪيا وچ "مراد" ويچارے دا، جو ناحق ناںءُ ڳڻائے.

(43)

تن من دے وچ تونهين تون، قِر تن من تو بِن ناھے،
دل دے اندر ديرا تيڏا، هَئين تحقيق اُتاهين،
آپے ڪاوے آپے پيوے، سڀ رس سنجھ صباحين،
منهن بوليندا، ڪَنين سڻيندا، نيڻين نال نگاهين،
"مراد" ڪنون هُڻ ڪيون ڪرِ لُڪسين، جو لَڌڙا جاءِ بجائين.

(44)

تن پي تَئين تون، من پي تئين تون، سر پي گھول گھمائين،
ھڪ پل پاسے مُول نہ ٿيوين، نِت اڪئين نال وڪائين،
سيج سُتيان ڳل بانهن سيراندي، ماڻے سُک سدائين،
دلبر دل ديان لاهين سِکان، سڀ "مراد" پجائين.

(45)

دل دلبر بن رهندي ناهي، آپي عشق لَيوئي، درد چَيوئي،
وچ بند دام زلف دے وچ، قابو قيد پيوئي، سُک کيوئي،
نت مريندے ناز نينان، دے کِيتا پيش آيوئي، جوڳ ٿيوئي،
پر غبغب دے وچ مار غوطا، جے يار "مراد" مليوئي، بخت وليوئي.

(46)

درد سهڻي دلبر دا مين تان سَوٗ سُک ست کر چايا،
مِٽ ڳئي خام خيال خودي دے، جان دل اندر آيا،
شالا هووے هميشہ نوان نِت روز بروز سَوايا،
برکت نال "مراد" جنهين دے، نوشہ الله ملايا.

(47)

درد نهين کو دارون دل دا، جو پيوے سو جيوے،
جے روز چَکن رمز خماري، مرون هميشہ کيوے،
مِٽ وجن سڀ مستي ہر، ڏے مستي حق لَپيوے،
يار "مراد" وسے وچ ويڙهے، جو کو عاشق ٿيوے.

(48)

درد دوائي محبوب جنهن کون، عشق طبيب کِوائے،
رَتي روڳ نہ رهے اندر وچ، غير گمان وڃائے،
"مئين" دا پڙدا قاڙ کرا هُڻ، اکين "عين" وِکائے،
يار "مراد" وسے وچ ويڙهے، جو کو جهاتي پائے.

(49)

"مئين" کون سمجهہ تہ "مئين" کون پائين، جو "مئين"
وچ "مئين"،
"مئن" دے وچ ملين تون مئين کون، ڍونڍ نہ سجيان جائين،
"تون" وچ "مئن" تي "مئن" وچ "تون"، جا دل دا غير وڃائين،
"الانسان"، "مراد" سڃاڻين، "مئن" وچ "مئن" ملسائين.

(50)

سيکو لوچے ساڏي کون، ته اسان چوري چائي،
رستے چوڙ پيا سے جهنگل، سائين سُج وسائي،
پيران باجهون پنڌ کيتوسے، هٿان باجهه کمائي،
سمجهين ملڪ "مراد" امولڪ، ياگا پراپت پائين.

(51)

ننڌڪ لوچن سنگي کون، ته نيهي ننڌيا چائي،
جنهن ملامت وچ سلامت، سا اوهه پَلے پائي،
سُڻ کر سمجهه جواب نه ڏيندا، ويندا کنڌ وَلائي،
پر چائي گوءِ "مراد" جنهين، مَن کو مار منائي.

(52)

جنهن دا ڊول سلامت هووے، ساکت کارڻ کتے،
قرے البيلي، راڄ ڳهيلي، چرخي تند نه گهتے،
ڏيهون اگے قرے، رکے رنگ برنگ رَتے،
جنهن مهر "مراد" خضر دي، ياڳ تنهين دے متے.

(53)

ايوين ماڻ ڪرين نا کوڙے، کتڻ مُول نه چوڙين،
ويک سهاڳ نه کيجئے حجت، هوند کنون منهن موڙين،
چيتي نال قرائين چَرخا، هِکا تند نه توڙين،
هو حليم "مراد" هميشه، نال ادب هٿ جوڙين.

(54)

نا مئين رنگ نه روپ نه صورت، نا مئين کيرت کائي،
نا مئين سُرخي سُرما پايا، نا مئين ميندي لائي،
نا مئين مَکيا چکيون چندن، نا مئين ڏڙي ڳنڌائي،
نا مئين هار سينگار بنايا، نا مئين کَران کمائي،
کُل کُلکين سيئي مئين وچ، کت کون کَران وڏائي،
پر جنهن تي مهر "مراد" خضر دي، جڳ سهاڳڻ سائي.

(55)

جيڪو ڄاڻي مئين ڪُڇ ڄاتا، ڄاڻ نسي ڪڇ ڄاتا،
جنهن ڄاتے وچ ڄاڻ نہ پايس، سو ڄاتا تيا ناڄاتا،
پر ڄاتا ڄاڻ "مراد" تهين، جنهن اڻڄاڻا ڪر ڄاتا.

(56)

وچ ميدان محبت دے، جي عاشق آءِ وِڪاڻے،
اندر عيش "مراد" تنهان كون، باهر قُرن ڪُماڻے،
درد منداں دا درد منداں بن، ڪهڙا قَدر سُڃاڻے،
ڳُڙن ڄاڻے يا ڳڙ دي لذت، ڳُڙ کاوے سو ڄاڻے.

(57)

سنگي سو جو تن من سنگي، سک رهے يڪرنگي،
تنهن سنگي كون ڏے نہ سنگين، جے سنگي سر منگي،
بن يڪرنگي ڪيها سنگي، بن سنگي بَهُہ سنگي،
مورک سنگ "مراد" نہ ڪيجئے، فرق رهے فرسنگي.

(58)

بيوفائي ڪار زنان دي، مَردان وفاداري،
جي لائين تان سِر ڏئي ڇاهين، توڙ نباهين ياري،
ڪُوڙے قول نہ ڪرين ڪڏاهان، پاس سخن سچاري،
سے وريام "مراد" بيان ڪر، ڪرن نہ جِند وِساري.

(59)

ايهہ رن نال جنهان دي ياري، سو ڪيونڪر رب پاوے،
روڳي راون ڪيتا رن سوگها، چمڙي تے دل لاوے،
ڪوڏي بدلے لعل لکيڙان، نامعقول مَتاوے،
سو زن مريد "مراد" اسان ڏي، مولا مُنهن نہ لاوے.

(60)

دنيا دنيا سڀڪوئي آکے، دنيا نهين اے ڏُتي،
اے رنڊڻ رن راهہ نہ وڃين، ڪُتليان ڪدے مُتي،

جنهان نال نڪاح پڙهيايس، تنهان سنگ نہ سُتي،
گهَتي وير وڙهائي ڪُتي، ڪَتي ماهہ دي ڪُتي،
پر لاهہ "مراد" مڙهين منهن تي، پيران دي جُتي.

(61)

دل وچ درد نهين دلبر دا، عشق نہ چُوچي لايا،
ٻاهر ويس فقيري دا، تي من وچ مقصد مايا،
چوڙ توڪل تڪيا رب دا، ٻي لڇي لڄ وڃايا،
جنهن دنيا ڪارڻ دوست وساريو، ساتا ڪوڏي ڪم نہ آيا،
يار "مراد" ڪتوري دا سَٿ ڪر، چا ڪِني ڪاري چايا.

(62)

دل وچ درد نهين دلبر دا، عاشق نانءُ سڏايو،
چت وچ جُوتي، سر تي توپي ڪرڪي بيڪ وڪايو،
نانگا تي ڪر، ننگ نہ چوڙيو، اُلٽا ويس لڇايو،
ساري عمر "مراد" مڪر ڪر، حارص هٿ ڪيا آيو.

(63)

جو ڪُڇ ڪَتڻ واليان ڪيتا، سو مئن ڪَت نہ ڇاٽان،
ڪامل ڪانڊ ڪُڇين مئن ڪون، هينئڙي مي هرساٽان،
ماڻ "مراد" ڪيها تنهن سيتي، جنهن هٿ جيءُ وڪاٽان.

(64)

جي تون عاشق ٿيوين مئن ڏي، مئن معشوق تواٿين قولهہ ٻهائين،
جي تون معشوق ٿيوين، تان مئن تو سيتي دل لائين جِنديان تائين،
جي تون سيج اُتي چڙهہ آوين، تان مئن سهج ڪنون ڳل لائين سوءُ سُڪ پائين،
وس "مراد" پيا وچ تيڏي، سُڻ تان سچ آکائين سهڻا سائين!

# بيت هير رانجهو

(1)

مئن تان ويسان جهوڪ رانجهن دي، توڙي لوڪ ڪرے لک حيلا.
مئن مشتاق تي هان تنهن ڏينهن لاڪون، جڏان چوڙيم ڪُڙم قبيلا.
ڪامل عشق حقيقي ڪيتم، وڃ وڪيل وسيلا.
جنهن مئن ڪون آڻ "مراد" ملايا، سو رانجهن رنگ رنگيلا.

(2)

جنهن ڏينهن روح ڪيتے رب پيدا، تے ڪاني قلم، مَس سياهي،
لکيا انگ ازل دا ميان رانجهو نال تڏان، ڪيڙان خبر نہ آهي،
روز ميثاق "مراد" آساڏے، روح ڳڏا سنگ ماهي،
بنهان ڪون وَرِ ماءُ پي ڏتڙا، پر ميڪون آپ الاهي.

(3)

درد جنهن دا تنهن در تون، چوڙ نہ هرگز ويسان،
هڪ دل آهي، لُٹِ رانجهن نيتي، ڪيڙان ڪون ڪيا ڏيسان،
رنگپور شهر شيطاني ويڙها، تنهن ڪو چُوچي لاءِ سَڙيسان،
ذات ڪيڙان دي وچون مئن، هِڪو ڪانہ چُڙيسان،
ڏے ڳل بانهن "مراد" ماهي ڪو، مئن هر دم ذوق مَٹيسان.

(4)

جيڪر وس لڳا پي ميڏا، ويري ڪُل مَريسان،
ماءُ ماسي تے پيڻ پاڃائي، رانجهن هٿ و چيسان،
وِير پرا تے بابل چو چڪَ بد بانهي ڪَر ڏيسان،
ذات ڪيڙيان دي وچون مئن هِڪو ڪانہ چُڙيسان،
ڏي ڳل بانهن "مراد" ماهي ڪون، هر دم ذوق مَٹيسان.

(5)

مين تان ويسان جهوک رانجهن دے، توڙے لوک گـهتي لـک ولے،
کـباسر چوچـک چنـدا، هـک جهيـڙے بيـا جهلـے،
مــاءِ مــراد ملالـي وانـگر، ول ول اڳـون ولـے،
مين تان ويندي طرف رانجهن دے، "مراد" ميڏے سـوڻ سپ سولے.

(6)

تـن مـن تخـت هـزارے دے وچ، هِـکوئي رانجهـن وسـے،
لُـون لُـون دي وچ کيتـس ديـرا، ڏے رمـزان دل کسـے،
کيڙيـان خـالي ڏے نيکـالي، هـک مـُـئي بـي نسـے،
ڏے ڳـل بـانهن "مـراد" مـاهي کـون، ماڻـے سـُک سـِـے.

# سي حرفي

(جهولڻو)

(الف) الله دل نال هميشه ياد ڪر،
جان جان دم جيوين، تان تان تون نت ڏر:
لا اُبالي درگاهه نه ڇاڻين خندگي،
تن من نال "مراد" ڪرين نت بندگي.

(ب) بديان ست گهت، چڱائي هت ڪر،
سودا سمجهه وهائين، ويسين ول نيٺ گهر:
ويک متان مورک وڃين مول کوهه،
سنجڻ نال پارس، سون ڪرين وت لوهه.

(ت) توبهه تقصير ڪنون ڪر بار بار،
نفس نحس دي نال نه ٿيوين يار غار:
ڇوڙ صباح، سَت آيهه مايا، مال، زر،
پڇتي موت "مراد" ڪرين، سو اَڄ ڪر.

(ث) ثابت ڪر ڄاڻ سڃاڻ حق تون،
سي گهٽ سرجٺهار، نه آڻين شڪ تون:
جي دل ڏيکين ڪول ته نرمل نُور،
هئين چوڏهن طبق "مراد" پريا پرپُور.

(ج) جدا نهين هڪ دم، هي تئين نال،
غفلت مَنون وسار، جو هي وقت وصال:
هي يار جنهان دي نال، سي رهن سُکالڙي،
پريم پيالا پي ڦرن موجون متوالڙي.

(ح) حياتي وچ هدايت ڄاڻ،
سنمک صاحب نال، سدا سک ماڻ:
کيها پروسا ڪيجئي، ڪُوڙي دم دا،
جو نهين نيباهه نال، سو ڪيهي ڪم دا.

(خ) خالق جملے جهان دا،
كيتس خوب خيال، زمين آسمان دا:
اربع عناصر دي ٻڌنا جوڙ گهر،
ڏيکين نت تماشا "مراد" رنگ كر.

(د) دعوا دا دم نا مارين،
تي تون يار يگانا گهارين:
چيتن نال هميشہ چت لائين،
وحدت دے وچ "مراد" سدا سک پائين.

(ذ) ذكر كر ذاتي، چوڙ صفات،
ڏينهن ڏنا تي روشني، گئي اَنڌيري رات:
حاصل كرين "مراد" هميشہ حج حضور دا،
نت پي شراب طهورا، نرمل نُور دا.

(ر) رضا مند رهڻا وچ رضا دے،
سيي هن سهٽي سرتے حكم قضا دے:
"مُوتُوا" تي وسيلا "مراد" ديدار دا،
مرڻا ٻاجهون نہ ملندا درسن يار دا.

(ز) زودون ذكر كر، روز نهين جو آوڻا،
من دا ٻرم تُوڙ دے، هے راۂ ريجهاوڻا:
تان تو ڏيکين، نت نظاري نُور دے،
نُور دے، سرور دے، محبت دي مذكور دے.

(س) سعادتمند سوالي سچ دے،
مولا نہ لاوے نيڙے، كُوڙي كَچ دے:
اندر ٻاهر سيو سچ كماوڻ،
سمجهہ "مراد" زبانون سچ آلاوڻ.

(ش) شهيد كرين تون نفس نفي كون،
وچون كيون وچوڙا ٻاوين ٻي كون:
ٻاجهون هتان يار دے، مَر كر جيوڻا هے،
آب حيات "مراد" پيالا پيوڻا هے.

(ص) صفـــا ڪـــر تـــون ســـــينا،
ڪـل مـار ڪـر ڪـدي، نـہ چوڙيــن ڪينـا:
رنگ ڪر سرير رنـگ وچ، "مراد" سجاڻي پـاپ ڪون،
جو اهڙي ٻاجهہ نہ ويکين، اکئين "مراد" آپ ڪون،

(ض) ضـــرور زڪـــوات زمـــان منگيســـي،
آسي موت مهـل تے، رهسي نہ سنگ سنگيسي:
پر جيندے جُهد ڪرين، ليڪا لاهين ساهہ تون،
چـت رکيـن چيتـن، مـن "مـراد" صـلاح تـون.

(ط) طـالب مطلـوب تيـڏا تـو نـال هـــے،
مـن دا محـرم هـر دم حـاضر حـال هـــے:
جے تـو طلـب ملـڻ دي هے مطلـوب ڪـون،
تـان چوڙ سرير، "مـراد" مليـن محبـوب ڪـون.

(ظ) ظلمـات اُتـے هـڻ خضـر دا خيـال هـــے،
دل وچ آب حيـات حـاضر حـال هـــے:
پـُر جـام جڏان پـر مرشـد مئنون ڏيـوے،
پيـوڻ نـال "مـراد" وصـال ڪـر ليـوے.

(ع) عجـائب پـــيتي پريـم پيـالڙي،
رتـي رنـگ ديـدار دي قـرون متـوالڙي:
عشـق عيسـيٰ دم رلمـل روح جڳايـا،
انتـر جـامي عشـق "مـراد" مـــلايا.

(غ) غـــروري چـــوڙ، غريبـــي پـــاءِ،
نيڪـــي دا ثمـــر ســـر تـــے چـــاءِ:
سمجهہ صبـوري نـال، چيتـن چـت لاوڻ،
ڏے دل دلبـر يـار "مـراد" ريجهـاوڻ.

(ف) فنـا ڪـر فڪـر ڪنـون غـم ڪاوڻـا،
يـار تيـڏا تـو نـال وَسـے، غـم مـن ياوڻـا،
جـو وسے وستي وچ، پـُچائے سُـج ڪـُـون،
تنهن مورک ڪنون "مراد" نہ پـُچاوين پـُج ڪـُون.

(ق) قُلوب المؤمنين عرش الله دا،
نت كرين طواف تنهين كون سنجهه صباح دا:
لون لُون دے وچ لاوين رنگ لقاءَ دا،
تون ماڻ "مراد" هميشه ذوق بقاءَ دا.

(ک) کتان هين تون، پاک لطيف هے،
غافل غير نہ جاڻين، ذات شريف هے:
هتون دين گنواءِ ہے کيا کفر کماوٹا،
ساجهر سمجهے "مراد" نهين ول آوٹا.

(ل) لطيف لڌوسے، دل وچ ڳول کر،
پُني مراد، ڏنوسے درسن دوست گهر:
سون سرير تيا، پَت پارس پايا،
جنهن دا مول نہ تول، سو رتن آمو لک آيا.

(م) مبارک ڏيوَن سڄڻ گهر آيا،
نال جنهيندے دل ديان ڳاليان، الله ملايا،
چُتي جند، لٿا فکر فراق دا،
مطلب سڀ هويا پورا، هڻ "مراد" مشتاق دا.

(ن) نو نهال تيا سے، سڄڻ مليا اندر وچ،
سيئي سُک پيا سے، انتر مليا گهر وچ:
لڳا رنگ، تيان خوشحاليان،
لٿا فراق "مراد" متواليان.

(و) وحدت وچ ويساه کيتا،
وسر ڳَئي سڀ تات، پريم رَس پيتا:
دل بيت الله وچ، لقاءُ لطيف دا،
کرين "مراد" مشاهدا، ذات شريف دا.

(هہ) هردم هر دے اندر، دوست دونهڙي،
سيج اُتے سَک سُتي ڏے ڳل بانهن سونهڙي:
اکيان نال اکئين دي لاون يار يان،
مست رهن "مراد" هميشہ خوني خماريان.

(ء) الله دي ذات سڄاتا ذات ڪون،

آپ هي داتا، آپ هِي پاتس ڏات ڪون:
ذات صفات "مراد" سمايا،
بيرنگي نَوين رنگ مين آيا.

(لا) لٿے سڀ دل تون وهم وصال دے،
ڪل هنس ڪر ڳَل لايا محرم حال دے:
سر ڏے سڄڻ ڳڏوسے جِيوڻ پايا،
يار "مراد" مليوسے، ٿيا بخت سوايا.

(ي) يقين ٿيا لايڻ لاپ مٿے،
حاصل حق ٿيوسے سڄ پرتاپ مٿے:
جت ويکان تان اُو روپ اَپار هے،
آپے يار "مراد"، آپے ديدار هے.

---

(1)

وارو ڙي وارو، يـــــــار، هـوت اچـي پـس حـال مـون.

1- آءُ پيـادي كيـن پچـان، موتـــج سـيـڻ سـتـار...

2- آئـي ويـل وصـال جـي، وت نــــ ســـــهان وار...

3- صبــح سـندي آســري، هـو تـان ورسيون لک هـزار...

4- مون کـي اڄ "مـراد" چـوي، ڏي دوست پـنـهـون ديـدار...

(2)

سُــک نـــ سمهــڻ سـاهہ، ڏادي ڏيــر كـــري ويـــا،

آيل ماءُ!

1- بــــارڻ بـــــاري ويـــــا، انــدر برهـــ جـــي باهـــ،

آيل ماءُ!

2- عيـــنَ اُداســـي اُن ريءَ، سـَـرتيون سِـكي سـاهہ،

آيل ماءُ!

3- پـَـسڻ كـارڻ پِــرَ جـي، روز نهاريـــــان راهـــــ،

آيل ماءُ!

4- "مراد" سِـكي تـوجـن لئہ، تـن كـــي آڻـــي مـــن اللہ،

آيل ماءُ!

(3)

آ ويڙهـــي وچ اُنـــا ســائين، مـيــڏا رانــجهـن سـائين،

1- چولـے انـدر بينـــا بولـے، بَـهون لگا مـئـن نون منا...

2- كَنان دے نال سُٽيندا هـم، اكيان دے نــال مئن ڏنا...

3- پريم حسن ديان فوجان چڙهيان، بن كاتي دے نال كُـنا...

4- آک "مراد" مليوسے مـاهي، فضل كريسي مـرشد منا...

(4)

رانجهـــا ميـــڏے گهـــر آيـــا، ســـنئيان!

1- وفي انفسكم ڏيک تو نهين تون،

سو دل اندر پايا...

2- جنهن ڪيتي مئن ڍونڍيندي رهندي،
سو شه الله ملايا...
3- جنهن دي حقيقت "مراد" ڪريندا،
تنهن ڪول آڪي ڳل لايا...

(5)

هُـــڻ ســـپ ٻڻــ هـــي ســانگ فقيــري،
هـــــــي فقيـــــــــري دا ڪــــــــال.

1- ڪا پِـي ڪر سپ پيٽ پريندے،
سمهه ڪي ســاري رات گنويندے،
ســاري عــمر دا ايهو حال.
2- فقير هــوڪيے بِيــک مگيندے،
مايا ڪو برهم ڪر ڪے پوڄيندے:
مــن وچ ميڙڻ مقصد مــال.
3- گيــان ڏيــان ســے دور ڀهينڊے،
بيک بنا ڪــر لــوڪ ريجهيندے:
رات ڏينهان هے اے خيال.
4- ڪيا مئن ڪيتا، ڪيا هُڻ چايان،
پــانــد ڳچي ڳَــل تئن ڪــون پايان:
ڪر "مــراد" ڄے پَلا پــال.

(6)

سودا عجب سامان هے، مئن گهر آيا ڍول.

1- سِـر سَرواهه سپ سودے دے وچ،
تــن مــن ڏتــم تول...
2- سرت نرت سپ گنواڪے آڪان،
وسن هميشہ ڪــول...
3- گهر گهروندا، سپڪجهه ڏتڙم،
ساهه سجن تان گهول...
4- مفت "مراد" ڪيتوسے سودا،
جنهن دا تــول نہ مول...

(7)

چاڪ سڏيندے گھول گھتان، نينھن لڳا رانجھو نال.

1- نا مئن ڪنھن دي مڱ مگيندي، نا مئن ھير سيال...

2- رانجھن ميڏے سر دا سائين، جنھن دي نينھن نھال ...

3- يار "مراد" مليسي ماھي، ڪريسي رب اپنا پال...

(8)

آوين سڄڻ ول، ھوئي اے درماندي دل.

1- ڪنھن نون آکان حال اندر دا،

ڏے بانھين ڳل...

2- تو باجھون ڪڇ نا ڀاوے،

فالان پاوان پل پل...

3- يار "مراد" او ڏينھن آوے،

ھووان نال رانجھن رلمل...

(9)

ياران دے نال بسئنت ھميشہ،

گھر آپڻے وچ رنگ رليسان.

1- رُت بسئنت تا آوے جاوے،

نال نہ غيران ويسان...

2- باغ اساڏا باغ بھاران،

نال سڄڻ سُک پئيسان...

3- بے حجاب مليم دل جاني،

ڏے ڳل بانھن "مراد" پڇيسان.

(10)

تن من وسندا رانجھن سائين،

سر صدقے توتان گھول گھتائين.

1- قادر اندر قلوب گذارے،

رھندا رلدي تخت ھزارے،

روح رتا رنگ يار پيارے،
هر دم ويکين تي سُک پائين.
2- جيوين جيوين تيڏا درسن ويکان،
تيوين تيوين مَرندي نِت مئن جِيوان،
پريم پيالا تيڏے دستون پيوان،
لائق لطفون دير نہ لائين.
3- "مراد" اندر وچ دلبر ديرا،
گهر فقير دي کر وچ ڦيرا،
دنيا هے يہ رَين بَسيرا،
مُکڙا کولڙے پاجهون آلائين.

(11)

بيخبر يار، دم غنيمت ڄاڻ!
1- اهو دم آوے، اهو دم جاوے.
دم هے سُهک سڃاڻ.
2- اِهو دم عاشق، اِهو دم معشوق.
دم کون خالي نہ اماڻ.
3- اِهو دم اول، اِهو دم آخر.
دم نون "مراد" سُڄاڻ.

(12)

اڄ ڍولڻ آسي ميڏے گهر، سيڪا آکے هلو هلو!
1- "وَنحن اَقربُ" نيڙي لڌوسے
نال سڄڻ دے مَلو ملو.
2- دوست مليا، مَن ٺريا ميڏا،
سيڪا آکے کِلو کِلو.
3- ڳاوڻ آوڻ رلمل سينگيان،
گيت سڄڻ دے آلو آلو.
4- نت بسئنت مبارک ميکون،
پاکے "مراد" پلوٴ پلوٴ.

(13)

چرخے چت لاءِ، ڙي، چرخے چت لاءِ.

1- آتڻ سئنيان سڌ كريندے،

سُتيے كيهڙا ساءُ...

2- جنهان كيتا اوجاڳا، تنهان كتيا،

پيـنيان ڍول مَناءُ...

3- جے تون نال صراف دے ريجهين،

تد پِريتون پاءِ...

4- يار "مراد" ماٺيسي اُها،

جا جيندے مر كر چاءِ...

(14)

سُمهڻ بَهڻ آرام نہ آوے،

تو ٻاجهون كُجهہ مُول نہ ڀاوے.

1- پلپل دے وچ قالان پاوان،

مُلا پوہے روز پُڇاوان،

خاك قدم دي نيٽين لاوان،

تارے ڳڻيندے رات و هاوے.

2- جو كُجهہ كِيتا تيڏے وچوڙي،

قسمت ماري بيني لوڙے،

هُڻ تان اين جِند مُول نہ چوڙے،

جے گهر آوين تان سُك پاوے.

3- عشق تُساڏے برهہ بَچايا،

سِك تُساڏي سانون لايا،

آوڻ دا كر گِهن ساجهر سعيا،

"مراد" ملڻ دے نا ويرم لاوے.

(15)

دوست جنهين دا دل وچ هووے، سا ڪيون ڳليان ڳولے.

1- لؤن لؤن دے وچ جهوڪ جنهيندے،
سا مُول نہ تيوے اولے...

2- اونچے سڌ ڪريندے ڪيئي،
اُو نت وسندا ڪولے...

3- مل "مراد" نہ وچڙيا ڪوئي،
آپ ڪيون گهتيندے پولے...

(16)

ڪِيتئي يار دے نال جو وعيد، ميان،
درد والي رک ديد، ميان.

1- وحدت دے وڃارے هوڪے ڏيندے،
در در "هَلُ مَنْ مَزِيد"، ميان.

2- سر دے سودے سورهيہ ڪريندے،
سُولي چڙهہ تيوَن شهيد، ميان.

3- ماري مدد ڪو مل ڪر دور ڪرو،
چوڙ وچي يهودي يزيد، ميان.

4- حب الوطن ايمان اساڏا،
"مراد" ڪرين ايهہ عيد، ميان!

(بياض "بيراڳي")